مصنف: رڪ سنڌي

ساٽيهه اشاعت گهر حيدرآباد سنڌ

پهرين ايڊيشن: سال 2024ع

Book: Baluchistan: Historical Homeland of Sandhi's

Writer: Ruk Sindhi

Saneeh Ishat Ghar Hyderabad Sindh

First Edition: 2024

فهرست

# مهاڳ

جڏهن 1843ع ۾ انگريزن سنڌ تي قبضي لاءِ ڪاهه ڪئي هئي ته مياڻي ۽ دٻي جي ميدان تي هن ديس جي وارثن سر جو سانگو لاهي، ساڻن ساهه جي آخري هڏڪي تائين ويڙهه وڙهي هئي. ان ويڙهه وڙهندڙ سرويچن "مرسون مرسون سنڌ نه ڏيسون" جا نعرا بلند ڪيا هئا. ٽالپر ميرن جي لشڪر ۾ شامل بلوچن اهو وچن ورجايو هو ته "سنڌ اسان جي ماءُ آهي، ان جو تحفظ ڪرڻ اسان جي ايمان جو حصو آهي." سندن اهي لفظ تاريخ

جو حصو بڻجي ويا، اهي لفظ ڪنهن چيا هئا، سنڌ سان اهڙو وچن ڪنهن ورجايو هو، ان بابت تاريخ ۾ لکيل آهي ته:

"مياڻيءَ جي ميدان ۾ شهيد ٿيندڙ حاجي غلام محمد ٽالپر، مبارڪ خان ٽالپر، مير غلام شاهه، مير محراب خان ٽالپر، عبدالله خان نظاماڻي، محمد علي خان لغاري، دريا خان لغاري، غلام حيدر خان لغاري، حاجي خدا بخش چانگ، مراد علي خان چانگ جن سنڌ تان سر واريندي هڪلون ٿي ڪيون.

"اين سنڌ ملڪ بمزله مادر ما بلوچان است

که از پستان شير پيدائيش پشت به پشت

پرورش يا فته ايم حقوق مادر و پدر بر

اولاد بسيار است نهايت جان رانثار

راهه خدمت اين والده خواهم نمودا".

(ترجمو) "هي ملڪ سنڌ اسان بلوچن جي ماءُ برابر آهي، جنهن جي ڇاتي مان اسان پشت به پشت کير پي وڏا ٿيا آهيون، ماءُ ۽ پيءُ جا اولاد تي گهڻا حق آهن. اسان پنهنجي مادر وطن تي جانيون قربان ڪنداسون."

سنڌ سوين هزارين ڪان سالن بلوچن سميت مختلف ٻوليون ڳالهائيندڙ ماڻهن کي پنهنجي گود ۾ پئي پاليو آهي. جيڪي ڪالهه مختلف مشڪلاتن جو شڪار ٿي لڏجي ۽ ڌرتي پنهنجا ڏيهه ڇڏي هتي پهتا هئا، انهن کي به جيءُ ۾ جايون ڏنيون. جڏهن ته هن ڌرتيءُ سندس ئي ٻچن مٿان حملو ڪري ايندڙن کي به آخر ۾ پاڻ ۾ سمائي ڇڏيو. عرب، ارغون، مغل، ترخان، پٺاڻ جيتوڻيڪ مختلف دورن ۾ سنڌ تي حملي آور ٿي آيا هئا، پر اڄ سندن اولاد

سنڌ جا اهڙا ئي عظيم پٽ ٻڌجي ويا، جهڙا ڀيا قديم سنڌي پاڻ کي تصور ڪن ٿا.

جڏهن قومون پنهنجي تاريخ پاڻ نه لکنديون آهن، ته سندن قومي وطن يعني سرزمين تي مختلف دورن ۾ پناهگير ٻڌجي آيل ڀڳوڙا ۽ ٻاهران آيل حملي آور پنهنجو حق جتائيندا رهندا آهن. اها ئي سچي وارتا اڄ سنڌ سان ٿئي پئي. سنڌ جي سرزمين ماضيءَ ۾ جن ڏتڙيل ۽ لٽيل ٽولن ۽ گروهن کي پنهنجي ڇاتيءَ جو کير پياري تاتي نپائي وڏو ڪيو. اڄ اهي ئي پنهنجي ماءُ جي جسم کي ٽڪر ٽڪر ڪرڻ لاءَ سازشون ۽ مڪاريون ڪري رهيا آهن. ان جي تاريخي سرحدن کان انڪار ڪري رهيا آهن.

سنڌ جي تاريخ سان هٿ چراند ڪندڙ، ڪوڙا نقشا جاري ڪري نفرتن جو ٻج ڇٽيندڙن کي ڪنهن به نه روڪيو آهي. هڪ ٻئي جي ”فطري اتحادي“ هجڻ جو راڳ آلاپيندڙن ۽ ڀائپي جو درس ڏيندڙن مان به ڪنهن پنهنجي خاموشي نه ٽوڙي آهي. انهن خيالي نقشن ۾ سنڌ کي بمبئي بيڪري جو ڪيڪ سمجهي ڪاٽڻ بدران هڪ ئي ڳيت ۾ ڳڙڪائڻ جو خواب لڌو ويو آهي. ان سڄي منصوبي هيٺ ڪوڙا ڪتاب لکي ڇپرايا پيا وڃن. جن ۾ هزارين سالن جي ديس سنڌ مٿان منڌيڙو ڦيرايو پيو وڃي. سنڌو ماٿري جي سرحدن اندر رهندڙ هر ماڻهو جي سڃاڻپ کي تبديل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پئي وڃي.

اها ڳالهه ذيان ۾ رکڻ گهرجي ته سنڌ اڄ جنهن جاگرافيائي سرحدن تي موجود آهي، اهي سرحدون ان جون سوين سال اڳ نه هيون. ماضيءَ ۾ سنڌ تمام وسيع ايراضي تي پکڙيل ملڪ هيو. اڄ پاڪستان جن سرحدن تي قائم آهي، سنڌ ان کان به وسيع علائقي جي مالڪ هئي. پنجاب، پختون خواهه، بلوچستان، ڪڇ، ڪاٺياواڙ، گجرات ۽ راجسٿان جا علائقا سنڌ جي سرحدن ۾ شامل هيا. تاريخ جي ستم ظريفي سبب ڀلي اڄ اهي علائقا سنڌ جي سرحدن ۾ شامل ناهن، پر سنڌ انهن سڀني خطن، رياستن يا صوبن جي ماءُ آهي. جڏهن ڪجهه ناعاقبت انديش ماڻهو پنهنجي ئي ماءُ خلاف سازشون ڪن ٿا، ان جي وجود کي ميسارڻ جي ڪوشش

ڪن ٿا ته هو اصل ۾ پنهنجي تاريخي حيثيت ۽ وجود کان انڪار ڪن ٿا.

هن ڪتاب ۾ سنڌ جي وجود تي سوال اٿاريندڙن کي تاريخي ثبوتن سان جواب ڏنو ويو آهي ته اوهان جنهن سرزمين تي موجود آهيو، اها قديم سنڌ آهي. جنهن ماضيءَ ۾ اوهان کي پناهه ڏني هئي، اوهان کي اجهو، لٽو ۽ اٽو فراهم ڪيو هو. ان ڪري هيءَ ڌرتي اوهان جي دشمن نه پر ماءُ آهي. اوهان پنهنجي ماءُ جي تحفظ، عزت ۽ عظمت لاءِ ايئن ئي ڪردار ادا ڪيو، جيئن مياڻي جي ميدان ۾ اوهان جي وڏڙن سر گهوري پنهنجو قرض چڪايو هو.

اڄ جڏهن ڪنهن کي به ڪو ڪوڙ، مڪاري ۽ ٺڳي قبي نه ٿي سگهي، ان جي باوجود تاريخ سان پيانڪ مذاق ڪئي پئي وڃي. ان ڪري ضرورت ان ڳالهه جي آهي ته سنڌ جي تاريخ سان ٽيندڙ هاڃن کي نه صرف وائکو ڪيو وڃي، پر اهڙين مڙني دعوائن کي دليلن سان رد ڪيو وڃي. جيڪي هن هزارين سالن جي تاريخ رکندڙ قوم سان ڪيا پيا وڃن. ستم ظريفي اها آهي ته جنهن قوم هزارين سالن کان هن سچي خطي تي حڪمراني ڪئي آهي ۽ ان جون سرحدون لکين ميلن تي پکڙيل رهيون آهن، ان جي تاريخي وطن کي تسليم ڪرڻ کان به انڪار ڪيو پيو وڃي. جيڪي ٽولا مختلف دورن ۾ دنيا جي ٻين خطن مان ترڄي، ڌڪجي ۽ پناهگير بڻجي هن ديس ۾ پهتا، اهي پناهه ڏيندڙ ديس جي دنگن جو احترام ڪرڻ لاءِ تيار نه آهن.

ماضيءَ ۾ جيڪو ڪجهه ٿيو آهي، اهو تاريخ جو حصو بڻجي چڪو آهي، ان کي ڪو به تبديل ڪري نه ٿو سگهي. تاريخ اسان جي خواهشن موجب تبديل ٿي نه ٿي سگهي. اوهان تاريخي حقيقتن کي تبديل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا ته دنيا ان کي تسليم نه ڪندي. اوهان پاڻ کي معتبر بڻائڻ لاءِ تاريخي حقيقتن کي ٽوڙي مروڙي پنهنجي خواهشن جو غلام بنائي نه ٿا سگهو.

هن ڪتاب ۾ ڪافي اهڙيون تاريخي حقيقتون سامهون آنديون ويون آهن، جن کي ڏسندي ڪٿي خوشي وچان سر اوچو

ٿي وڃي ٿو، ته ڪٿي ڪنڌ شرم کان جهڪي وڃي ٿو. هي ڪتاب ڪنهن به فرد، برادري، قوم يا ملڪ جي ماڻهن کي خوش ڪرڻ لاءِ نه لکيو ويو آهي، نه وري ڪنهن جي دل آزاري ڪرڻ ان جو مقصد آهي. هي ته فقط تاريخ جو آئينو آهي، جنهن ۾ هر ڪنهن کي پنهنجي شڪل نظر ايندي.

رڪ سنڌي

07 آڪٽوبر 2024ع

باب: پهريون

## مختلف دورن ۾ سنڌ جون سرحدن

سنڌ ڪروڙين سالن کان سنڌي ڳالهائيندڙن جو وطن رهيو آهي. سنڌي ڳالهائيندڙن هن خطي ۾ ڪٿان به ٻاهران لڏپلاڻ ڪري اچي رهائش اختيار نه ڪئي آهي. پر هن ئي ڌرتي تي پنهنجي ترقي ۽ تعمير جا ڏاڪا طئه ڪيا آهن. موجوده سنڌ جيڪا هن وقت تمام ننڍڙي جاگرافيائي حدن اندر محدود ڪئي وئي آهي، سا ماضيءَ ۾ تمام وسيع ايراضيءُ تي ڦهليل هئي. اڄ پاڪستان جن جاگرافيائي سرحدن تي قائم آهي، سنڌ جون سرحدون ان کان به وڌيڪ وسيع ايراضي ۾ پکڙيل هيون. اسان هيٺ مختلف دورن

۾ سنڌ جي تاريخي سرحدن بابت ثبوت پيش ڪري اهو واضح ڪنداسين ته موجوده بلوچستان سنڌ جي سرزمين تي قائم ٿيل صوبو آهي. بلوچستان جا علائقا ماضيءَ ۾ سنڌ جا حصا رهيا آهن. بلوچستان جا سبي، ڪڇي، قلات، لورالائي، مڪران، لس ٻيلو ۽ سمورو ساموندي ڪنارو هزارين سالن تائين قديم سنڌ جي سياسي، سماجي تهذيبي، تمدني ۽ اقتصادي اثر هيٺ رهيا آهن.(1)

## سنڌو سڀيتا واري دور ۾ سنڌ جون سرحدون

اڄ کان هزارين سال اڳ سنڌ اندر جيڪا تهذيب اُسري، اها جاگرافيائي طور تي مڙني ايشيائي تهذيبن کان وسيع ايراضيءَ ۾ اٽڪل 5 لک چورس ميلن تائين پکڙيل هئي. ان جو ڦهلاءُ روس جي سرحدن تائين وڃي پهتو هو. سنڌو سڀيتا جو علائقو پکيڙ ۾ بابل کان چوڻو ۽ مصر کان ٻيڻو هو. سنڌو سڀيتا جي ايراضيءَ ۾ موجوده سمورو پاڪستان يعني موجوده پنجاب، موجوده بلوچستان، موجوده خيبرپختون خواهه ۽ موجوده سنڌ، هندستاني پنجاب، اولهه يو پي، هريانا، ڪڇ، ڪاٺياواڙ، گجرات، مهاراشٽر ۽ افغانستان جو ڪجهه حصو شامل هئا. ان وقت سنڌو رياست امڪاني پنجن صوبن ۾ ورهايل هوندي هئي. جنهن جو مرڪز موهن جو دڙو هوندو هو ۽ موجوده سنڌ، مرڪزي صوبو هوندو هو. هڪ صوبو، موجوده بلوچستان هوندو هو، جيڪو اولهائون صوبو سڏبو هو ۽ ان جو گاديءَ جو هنڌ يا مرڪزي شهر دمب سادات هو. اتر وارو صوبو موجوده پاڪستاني پنجاب ۽ ڪجهه خيبر پختون خواهه صوبي جي حصن تي مشتمل هو. جنهن جو مرڪزي شهر هڙاپا هو. اوڀر وارو صوبو ڀارتي پنجاب ۽ ڪجهه پر وارن حصن تي مشتمل هوندو هو، جنهن جو مرڪزي شهر ڪالي بنگن هو. جڏهن ته ڏکڻ وارو صوبو ڪڇ، ڪاٺياواڙ ۽ گجرات جي حصن تي مشتمل هو. جنهن جو مرڪزي شهر لوٿل هو. (2)

## راءِ گهراڻي جي دور ۾ سنڌ جون سرحدون

جنهن وقت سنڌ تي راءِ خاندان جي حڪومت (450ع کان 642ع) هئي، ان وقت موجوده بلوچستان جو علائقو سنڌ جي سرحدن ۾ شامل هيو. يعني اهو خطو سنڌ وطن جو حصو هيو. راءِ خاندان جي دور ۾ سنڌ جون سرحدون گهٽي پاڳي موجوده پاڪستان جي حدن تائين پکڙيل هيون. راجا راءِ سهارس (پيون) جي حڪمراني واري دور ۾ سنڌ چئن يونٽن (صوبن) ۾ ورهايل هئي. هر يونٽ مٿان هڪ گورنر مقرر ٿيل هوندو هو. (3) اهي يونٽ ڪجهه هن طرح هيا: ڏکڻ وارو يونٽ سمنڊ جي حدن کان شروع ٿيو ٿي. جنهن ۾ نيرون ۽ ديبل بندر جا علائقا شامل هيا. ان يونت جو گادي وارو شهر برهمڻ آباد هيو. مرڪزي يونٽ مڪران جي سامونڊي علائقي کان شروع ٿي ٿيو. جنهن جو مرڪزي شهر يعني گادي وار هنڌ سيوستان (موجوده سيوهڻ) هيو. ٽيون اولهه وارو يونٽ وڏي ايراضي تي مشتمل هيو، جنهن ۾ پاٽيا، چچپور، ڏهرپور يعني موجوده سنڌ جي اولهه وارا علائقا شامل هيا. جنهن جو گادي وارو شهر اسڪالندا هيو. جڏهن ته اتر وارو يونٽ ڪشمير تائين واري علائقي تي مشتمل هيو، جنهن جو گادي وارو شهر ملتان هيو. (4) راجا راءِ سهارس پيون سنڌ تي 626ع تائين حڪومت ڪئي. چچ نامي موجب سهارس پيون جي حڪومت جون الهندي واريون سرحدون ڪُرد جبلن ۽ قيقانان (قلات ۽ مڪران) تائين وسيع هيون. يعني ان دور ۾ نه فقط موجوده پاڪستاني بلوچستان پر ايران جا به علئقا شامل هيا. (5)

## <u>برهمڻ دور ۾ سنڌ جو سرحدون</u>

سنڌ ۾ راءِ گهراڻي جي بادشاهي ختم ٿيڻ کان پوءِ برهمڻن جي حڪومت (642ع-712ع) شروع ٿي. برهمڻ گهراڻي جي پهرين راجا چچ سنڌ جي سرحدن کي مستحڪم ڪيو. راجا چچ جي دور ۾ سنڌ جي سرحدن ۾ سمورو موجوده بلوچستان، ايران جا علائقا چابهار بندرگاهه ۽ ڪرمان شامل هئا. چچنامي موجب راجا چچ ڪرمان (ايران) ۾ پنهنجي سلطنت ۽ دمشق جي اسلامي خليفي

جي وچ ۾ سرحدن کي چٽو ڪرڻ لاءِ وڻ پوکرايا ها. ان وقت ايران تي عرب والار ڪري چڪا هئا.

رحيمداد خان مولائي شيدائي، ''سنڌ ۾ رهندڙ بلوچ قبيلا'' ۾ لکي ٿو ته، ''چچ نامي مان خبر پوي ٿي ته برهمڻ راجائن جي زماني ۾ هن ملڪ (سنڌ) جون حدون اتر ۾ درياهه جهلم کان شروع ٿي ٿيون، ڪشمير جا هيٺيان ضلعا به ان ۾ شامل هئا. اتر اولهندي ۾ درياهه هيلمند ان جي حدبندي ڪندو هو. ڏکڻ الهندي ۾ ايران ۽ سنڌ جي سرحد نور منشور (ڪرمان) تائين هئي. ڏکڻ ۾ عربي سمنڊ، ڏکڻ اپرندي ڪڇ جي نار ۽ اپرندي واري سرحد راجپوتانا ۽ جيسلمير جي ريگستان ۾ هڪ گمنامي واري حالت ۾ هئي.'' (6) برهمڻ گهراڻي جي حڪومت دوران به سنڌ وسيع ايراضيءَ ۾ پکڙيل هئي. نه فقط موجوده بلوچستان پر ايران جا علائقا به سنڌ وطن ۾ شامل هيا.

## عرب دور ۾ سنڌ جون سرحدون

محمد بن قاسم جي سنڌ تي فتح واري عرصي يعني 712ع تائين، سبي ۽ ڪڇي جا علائقا سنڌ حڪومت جي سرحدن ۾ شامل هئا. سنڌ جو عباسي گورنر هشام بن عمر تغلبيءَ گنداوا تي چڙهائي ڪري اتي جي حاڪم کي هٽائي، اتي جو انتظام درست ڪيو ۽ سجو ملڪ (سنڌ) منصوره حڪومت جي هٿ هيٺ رکيائين. جهڙي طرح راءِ خاندان جي دور ۾ سنڌ جي پکيڙ ۽ وسعت لکين ميلن تي پکڙيل هئي ۽ برهمڻن جي دور ۾ به اهي حدون برقرار رهيون. ملتان، قنڌار، مڪران، ڪڇ، لس ٻيلو ۽ ڪاٺياواڙ – تائين سنڌ جي حاڪمن جو حڪم هلندو هو. عربن جي ابتدائي دور ۾ به سنڌ جون ساڳيون سرحدون برقرار رهيون. (7)

## سومرن جي دور ۾ سنڌ جون سرحدون

سنڌ ۾ سومرا راڄ (1011ع-1351ع) تاريخ ۾ وڏي اهميت رکي ٿو. عربن جي ٽن صدين جي غير سنڌي راڄ کانپوءِ، سومرن جي صورت ۾ سنڌ کي پنهنجو ديسي راڄ مليو هو، جنهن دور جا سنڌي سماج، زبان، ادب ۽ ثقافت تي گهرا اثر پيا هئا. سنڌ جي نامياري محقق ايم ايڇ پنهور موجب سنڌ جي تاريخ ۾ سومرن جو دور ان ڪري به اهم آهي، جو هن گهراڻي سنڌ تي 340 سال حڪومت ڪئي. ايترو وقت سڄي دنيا ۾ ڪو راڄ گهراڻو نه هيو. (8)

سومرا سنڌ جا ڏيهي حاڪم هيا. ڪجهه تاريخدانن سومرن جو حسب نسب عربن سان ملائڻ جي ڪوشش ڪئي. ان عمل پويان فقط مذهب جو جذبو ۽ قابض عرب حڪمرانن سان لاڳاپا جوڙڻ جي هڪ ناڪام ڪوشش هئي. پر تاريخي شاهدين ذريعي اها ڳالهه ثابت ٿي ته سومرن کي عرب قرار ڏيڻ غلط هيو. هو صدين کان هن ڌرتي جا فرزند رهيا آهن. هي قبيلو اصل سنڌ جو آهي ۽ ان جي هندو راجپوت هجڻ ۾ ڪو به شڪ نه هئڻ کپي. ڪڇ، گجرات ۽ راجستان ۾ اڄ به سومرا آباد آهن ۽ اهي هندو آهن . ان پسمنظر ۾ حقيقت وڌيڪ صاف ٿي سامهون اچي بيٺي آهي، ته سومرا عرب نه، پر مقامي راجپوت نسل جا هئا. (9)

سومرن جي دور ۾ سنڌ سبي ۽ اُچ تائين هئي. سنڌ جي پرڳڻا ساڳيا اهي ئي هئا، جيڪي 641ع ۾ چچ سرڪار جي وقت ۾ هيا. جيتوڻيڪ ڪڇ سولنڪين، مڪران معاذن ۽ ملتان قريشي شيخ دائود والاري ورتو هو. ان تي وري غزنوي چڙهت ڪري ويا هئا. (10)

سومرن جي دور ۾ بلوچستان جا تمام گهڻا علائقا سنڌ جي سرحدن ۾ شامل هيا. (11) ان بابت ناميارو تاريخدان ايم ايڇ پنهور لکي ٿو ته، ”سومرن جي سبي – ڪڇي جي پٽن تي بولان لڪ تائين حاڪميت هئي. سبي وهليڪن (وليڪن) جي دور (چوٿين صدي عيسوي) کان وٺي بلڪه ان کان به اڳي سنڌ جو حصو هئي. سبي اڳتي هلي سنڌ جي بکر سرڪار جو حصو ٿي ۽ 1740ع ۾ نادر شاهه سنڌ مان ڇني خان آف قلات کي ڏئي ڇڏي. (12) جنهن کي بعد ۾ ڏيهي حڪمرانن پنهنجي سرحدن ۾ شامل ڪيو.

***سمن جي دور ۾ سنڌ جون سرحدون***

سما سنڌ جا مقامي باشندا هئا. سمن سنڌ تي 1351ع کان 1520ع تائين 169 سال حڪومت ڪئي. سما اصل ۾ قديم سنڌي علائقي ڪڇ جا رهاڪو (سماٺ) هئا. هنن اقتدار حاصل ڪرڻ بعد پاڻ کي ڄام جو لقب ڏنو.

سمن جي دؤر ۾ سنڌ جون سرحدون اتر ۾ سبيءَ تائين هيون. اهو سڄو علائقو سنڌ حڪومت ۾ شامل هوندو هو. ڄام نندي جي حڪومت (914) هه/ 1508ع) تائين سبيءَ وارو علائقو سنڌ سان شامل هو. (13) تاريخدانن موجب سمن جي حڪومت ۾ سنڌ جي ملڪي سرحدن ۾ وسعت آئي. موجوده سنڌ سميت ٺٽر، اُچ، سبي، لس ٻيلو سنڌ ۾ شامل رهيا ۽ سمن جي حاڪمن جي هٿي مضبوط حڪومت قائم رهي. ڄام نندي جي دور ۾ سمن جي سلطنت پنهنجي وسعت جي انتها کي پهتي. ٺٽر جو خطو، اڇ، سبي ۽ لس ٻيلو سنڌ ۾ شامل هئا. گمان غالب آهي ته ڄام سڪندر اول جي دور ۾ اڇ ۽ پٽي واهڻ (پٽا واهڻ) سنڌ جي قبضي ۾ آيا. ڄام سنجر پڻ ملڪي سرحدن کي مستحڪم رکيو. (14)

سمن جي دور ۾ لسٻيلي ۾ سنڌين جي حاڪميت ٻيهر سگهه حاصل ڪرڻ لڳي. ناميارو تاريخدان پروفيسر غلام محمد لاکي موجب، ”سنڌ ۾ سمن جي حڪمراني قائم ٿيڻ بعد لس جي سنڌي قبيلن سک جو ساهه کنيو ۽ سياسي طور تي کين اسرڻ جو موقعو مليو. سنڌ جي سمن گهڻي انداز ۾ وچي لس کي وسايو، جنهن ڪري خاص سنڌ جو تمدن لس ٻيلي ۾ رائج ٿي ويو. ان دور ۾ هتي ”رونجها“ قبيلي جي حڪمراني هئي. رونجهن جو تعلق سنڌ جي سماٺ قبيلن سان آهي.“ ڪاڪي ڀيرومل جي تحقيق موجب رونجها، ڄام انڙ جي خاندان مان هئا. انهن مان هڪ حاڪم ”سپڙ“ يا ”سپڙ“ جي نالي سان ٿيو، جيڪو سخاوت ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو. رونجهن تيرهين صديءَ جي وچ ڌاري پنهنجي حڪومت قائم ڪئي ۽ سترهين صديءَ جي آخري اڌ ۾ ختم ٿي. رونجهن کان

پوءِ ”گونگا“ حڪومت ۾ آيا. بعد ۾ سمن جي “برفت” قبيلي هتي حڪومت ڪئي. (15)

## ارغون، ترخان ۽ مغل دور ۾ سنڌ جون سرحدون

سنڌ ۾ سما گهراڻي جي ڏيهي حڪومت ختم ٿيڻ بعد ارغونن، ترخانن ۽ مغلن جو دور شروع ٿيو. ان وقت به بلوچستان جا ڪيترائي علائقا سنڌ جي سرحدن اندر شامل رهيا. جتي پرڏيهي قابض حڪمرانن پنهنجا گورنر مقرر ڪيا. ڌاريا حڪمرانن به سنڌ جي تاريخي وحدت کي نقصان رسائڻ ۾ ڪامياب نه ٿيا. ناميارِي ٻولي ماهر ڊاڪٽر غلام علي الانا موجب، “1470ع ۾ هرات جي سلطان، حسين مرزا پنهنجيءَ حڪومت جون حدون ڪوئيٽا تائين وڌايون ۽ پشين ۽ سبيءَ وارا علائقا امير شجاع الدين ذوالنون ارغون جي حوالي ڪيائين. (16) امير ذوالنون جي مرڻ کان پوءِ شاهه بيگ ارغون، حڪومت جون واڳون سنڀاليون. هن جي ڏينهن ۾ محمد خان شيبانيءَ خراسان جي حاڪم قنڌار تي حملو ڪرڻ جو ارادو ڪيو. شاهه بيگ محمد خان شيبانيءَ ڏانهن پنهنجا ايلچي موڪليا ۽ اطاعت جو اظهار ڪيائين. محمد خان انهيءَ تي راضي ٿي واپس موٽي ويو. ان کان پوءِ هڪ پاسي شاهه اسماعيل صفوي ثاني، ته ٻئي پاسي بابر بادشاهه زور هئا. شاهه بيگ کي اچي خوف ورايو. انهيءَ ڪري 917هه (1517-18ع) ۾ سيويءَ (سبي) تي حملو ڪيائين. هو جڏهن سيويءَ جي ٻاهران پهتو، تڏهن قلعي کي گهيرو ڪيائين. انهن ڏينهن ۾ سيويءَ تي سلطان پيرولي برلاس جي اولاد جو قبضو هو، ۽ ٽي هزار بلوچ جوان قلعي جا نگران هئا. هن حملي ۾ شاهه بيگ کي فتح نصيب ٿي. (17)

شاهه بيگ اتي مرزا عيسيٰ ترخان کي مقرر ڪري پاڻ قنڌار موٽي ويو. (18) 924هه (1518ع) جي آخر ڌاري شاهه بيگ ارغون سنڌ تي حملي ڪرڻ جو ارادو ڪيو. سلطان علي ارغون ۽ زيبڪ ترخان کي سبيءَ (سيويءَ) جي قلعي تي محافظ

مقرر ڪري، ٽي هزار سوار ساڻ ڪري سنڌ تي ڪاهي آيو(19)، پر ڪامياب ڪونه ٿيو. هن ٻيهر حملو ڪيو. آخر 11 محرم 927هه (1520) تي شاهه بيگ ٺٽي ۾ فاتح جي حيثيت ۾ داخل ٿيو.

22 شعبان، سن 928هه (1522ع) ۾ شاهه بيگ ارغون وفات ڪئي، سندس مرڻ کان پوءِ سندس پٽ مرزا شاهه حسن ارغون حڪومت جون واڳون سنڀاليون. هن 1523ع ۾ مير افضل ڪوڪلتاش جي فرزند کي سبيءَ تي پنهنجو نواب مقرر ڪري موڪليو. (20) اهڙيءَ طرح ارغونن کان پوءِ ترخان گهراڻي جي حڪومت تائين يعني مرزا جاني بيگ جي راڄ تائين، سبيءَ وارو خطو سنڌ جي حڪومت هيٺ رهيو.

جڏهن مغل فوجن، اڪبر بادشاهه جي ڏينهن ۾، مرزا جاني بيگ کي شڪست ڏيئي، سنڌ تي قبضو ڪيو، تڏهن بکر جي سرڪار وارو سڄو علائقو، ملتان صوبي سان ملايو ويو، ۽ سبيءَ جو انتظام بکر سرڪار جي حوالي ڪيو ويو. اتي مغل فوج جا 1500 گهوڙي سوار ۽ 1500 پيادا سپاهي رکيا ويا.” (21)(22) اهڙي طرح پرڏيهي حڪمرانن جي قبضي دوران به بلوچستان جا ڪافي علائقا سنڌ جي سرحدن ۾ شامل رهيا.

## ڪلهوڙا دور ۾ سنڌ جون سرحدون

سنڌ تي مغلن جي قبضي جي خاتمي کان پوءِ ڏيهي قبيلي ڪلهوڙن جي حڪومت جو بنياد پيو. سندن حڪومت 1701ع کان 1783ع تائين قائم رهي. ڪلهوڙا سنڌ جا مقامي حڪمران هيا. جن سنڌ تي 82 سال حڪمراني ڪئي. ڪلهوڙا دور جو پهريون بادشاهه ميان يار محمد ڪلهوڙو هيو. جنهن دادو ضلعي ۾ خدا آباد شهر کي پنهنجي گادي جو هنڌ بڻايو. جڏهن ته 1768ع ۾ ڪلهوڙن پنهنجي گادي جو شهر حيدرآباد کي بنايو. ڪلهوڙن جي دور ۾ سنڌ جون سرحدون گجرات جي ڪڇ واري علائقي تائين وسيع هيون. ميان يارمحمد ڪلهوڙي پنهنجي دؤر ۾ سبيءَ ۽ ڪڇيءَ وارا علائقا به سنڌ ۾ ٻيهر شامل ڪيا.

جنهن وقت يار محمد ڪلهوڙي وفات ڪئي، ان وقت مغل دور جي سموري بکر ٻويزن، سيوهڻ ۽ سبي، ڍاڍر ۽ گنجابي تائين وارا سڀ علائقا ڪلهوڙن جي حاڪميت هيٺ هئا. جڏهن ته ميان نورمحمد ڪلهوڙي جي حاڪم ٿيڻ وقت، سبيءَ ۽ ڪڇيءَ وارا علائقا سنڌ جي حدن ۾ شامل هئا. ميان نورمحمد اتي پنهنجو نائب مقرر ڪيو. ميان نورمحمد سنڌ جي سرحدي پرڳڻي، چانڊڪا جو تخت گاهه لاڙڪاڻي کي بنايو، اتي ڪچو قلعو پڻ اڏايائين ۽ مٿس توپون رکائي، ڏهه هزار لشڪر شاهه بهاري جهنجهڻ جي نگرانيءَ هيٺ مقرر ڪيائين. جڏهن ميان صاحب وفات ڪئي، تڏهن وصيت نامي ۾ ڪڇيءَ وارو علائقو پنهنجي پٽ ميان محمد مراداياب خان کي ڏنو هئائين. ڪلهوڙا دور جو آخري حڪمران عبدالنبي ڪلهوڙو هو. ٽالپرن 1783ع ۾ سندن حڪومت جو خاتمو آندو. ڪلهوڙن جي حڪمراني واري دور ۾ به بلوچستان جا ڪڇي، سبي، ڍاڍر ۽ ٻيا عائقا سنڌ جي سرحدن ۾ شامل رهيا.

## ***ٽالپرن جي دور ۾ سنڌ جون سرحدون***

سنڌ ۾ ڪلهوڙا دور جي پڄاڻي بعد ٽالپرن جي حڪمراني شروع ٿي. ٽالپر ڪلهوڙن جي دور ۾ سندن فوج ۾ اهم عهدن تي مقرر هوندا هئا. ٽالپرن پنهنجي دؤر حڪومت (1783ع-1843ع) ۾ سنڌ کي انتظامي طور ٽن حصن ۾ ورهايو ويو. جن ۾ خيرپور، حيدرآباد ۽ ميرپورخاص رياست شامل هئا. (23) سندن دور ۾ سبيءَ ۽ ڪڇيءَ وارا علائقا خيرپور وارن ٽالپرن جي حڪومت جو حصو رهيا. حيدرآباد واري مير مراد علي خان جي وفات کان پوءِ، خيرپور جي مير رستم خان، پنهنجي رياست پنهنجن پٽن ۾ ورهائي. ان وقت خيرپور رياست جون حدون اتر ۾ سبزل ڪوٽ ۽ ڪشمور تائين، اڀرندي طرف ٿر ۽ جيسلمير تائين، الهندي ڏي ڪڇي ۽ گنڊاوا تائين ۽ ڏکڻ طرف نوشهري تائين هيون. مير سهراب خان، افغانن جا ڪي پرڳڻا پڻ هٿ ڪيا، جن کي مغلي سڏيندا هئا. هن حاڪم بلوچن جا به ڪي پرڳڻا هٿ ڪيا، جن کي ’بڙديڪ‘

چوندا هئا. مير سهراب خان 1830ع ۾ وفات ڪئي، سندس وصيت موجب سندس رياست خيرپور ڪي سندس ٻن پٽن مير رستم خان ۽ مير علي مراد خان ۽ سندس ٽن پائٽين مير محمد حسن خان بن مير رستم خان، مير محمد خان بن مير غلام حيدر خان ۽ مير نصير بن مير مبارڪ خان جي وچ ۾ ورهائي ڏنو ويو. هن سموري صورتحال مان اهو ثابت ٿئي ٿو ته سبيءَ ۽ ڪڇيءَ جا علائقا قديم زماني کان سنڌ جي حڪومت جو حصو رهيا آهن، تنهنڪري انهن علائقن ۾ سنڌي زبان کي نه فقط وڏڻ ۽ ويجهڻ جو وجهه مليو، پر انهن خطن ۾ سنڌي زبان مادري زبان طور پڻ ڳالهائجڻ لڳي. انگريزن 1843ع ۾ ميرن جي حڪومت جو خاتمو آندو.

## انگريزن جي دور ۾ سنڌ جون سرحدون

انگريزن 1843ع ۾ ٽالپر حڪمرانن کي اقتدار کان الڳ ڪري سنڌ تي قبضو ڪيو. انگريزن جي برصغير تي قبضي کان اڳ موجوده پاڪستان جي سرحدن اندر بلوچستان جي نالي سان ڪوبه صوبو، ملڪ يا خطو موجود نه هيو. انگريزن برصغير تي قبضي بعد ڪجهه بلوچي ڳالهائيندڙ علائقن کي برٽش بلوچستان جو نالو ڏنو. اهڙي طرح پهريون پيرو بلوچستان جو نالو ڪنهن خطي جي نالي طور انگريزن طرفان استعمال ڪيو ويو. جڏهن ته قلات رياست بروهي ڳالهائيندڙن جي هئي. ٻئي طرف لسٻيلو سنڌي ڳالهائيندڙن جي رياست هئي. جڏهن انگريزن برصغير تان قبضو ختم ڪيو ته ان وقت يعني 1947ع ۾ موجوده بلوچستان وارو علائقو 5 حصن ۾ ورهايل هيو. جن ۾ 4 شاهي رياستون قلات، خاران، مڪران ۽ لسٻيلو هيا، جڏهن ته هڪ برٽش انڊيا جو علائقو برٽش بلوچستان شامل هيو. (24)

## پاڪستان بعد سنڌ جا علائقا بلوچستان حوالي

پاڪستان ٺهڻ (1947ع) کان پوءِ برٽش بلوچستان جي ڪوئيٽا ميونسپل ڪاميٽي ۽ شاهي جرڳي جي ميمبرن پاڪستان ۾

شموليت جو فيصلو ڪيو. جڏهن ته اڳتي هلي 21 مارچ 1948ع تي لسٻيلي، خاران ۽ مڪران جي رياستن به پاڪستان سان الحاق ڪري ورتو.(25) جڏهن ته قلات رياست سڀ کان آخر يعني 1948ع ۾ پاڪستان سان الحاق جو فيصلو ڪيو. خان آف قلات مير احمد يار خان جي ان فيصلي خلاف سندس ننڍي ڀاءُ شهزاده مير عبدالڪريم پاڪستاني رياست سان ويڙهه جو رستو اختيار ڪيو. جنهن جي نتيجي ۾ قلات ڪي هڪ فوجي آپريشن ڪي منهن ڏيڻو پيو. جنهن بعد برٽش بلوچستان واري علائقي کي ”بلوچستان“ جو نالو ڏنو ويو. ٻئي طرف قلات، خاران، مڪران ۽ لسٻيلو رياستن کي هڪ ايڪو بڻائي بلوچستان اسٽيٽس يونين جو نالو ڏنو ويو. اولهه پاڪستان کي 1955ع ۾ ون يونٽ ( هڪ صوبو) قرار ڏئي ملڪ جي اولهه واري حصي جي صوبن ۽ رياستن جو مڪمل خاتمو آندو ويو. ون يونٽ ٺهڻ تي لس ٻيلو ضلعي جي شڪل ۾ ڪراچي ڊويزن سان ملايو ويو. ڊاڪٽر غلام علي الانا موجب، ”انگريزي جي راڄ ۾ ۽ ون يونٽ ٺهڻ (1955ع) تائين لس ٻيلي کي هڪ الڳ رياست جي حيثيت حاصل هئي، ۽ سياسي طور سندس حيثيت الڳ هئي، پر انهيءَ هوندي به اتي جي مادري زبان سنڌي رهي، ۽ ٻي ڪا به زبان ان تي اثر ڪري نه سگهي. جيتوڻيڪ اسڪولن ۾ اردو زبان کي ذريعه تعليم طور رائج ڪيو ويو پر عام ماڻهن ۽ عوام جي روزانه استعمال جي ٻولي سنڌي رهي.“ (26)

جڏهن 1969ع ۾ ون يونٽ کي ٽوڙيو ويو ۽ سنڌ، پنجاب ۽ سرحد صوبا بحال ٿيا ته بلوچستان جي اڳوڻين رياستن ۽ ڊويزنن کي به هڪ ٻئي ۾ ضم ڪري بلوچستان صوبي جو نالو ڏنو ويو. اهڙي طرح 1970ع ۾ بلوچستان جي موجوده علائقي ”بلوچستان“ جي نالي سان سڃاڻپ حاصل ڪئي. اصل ۾ جڏهن بلوچستان صوبو جوڙيو ويو ته ان وقت اصولن قلات کي ٻولي جي بنياد تي الڳ بروهي صوبو قرار ڏيڻ گهرجي ها ۽ لس ٻيلي کي سنڌ ۾ شامل ڪرڻ گهرجي ها. ڇاڪاڻ ته لسٻيلو سنڌي ڳالهائيندڙن جي رياست هئي. ساڳي طرح نصيرآباد ضلعو، سبي، ڊيرا مراد جمالي به سنڌ ۾ شامل ڪرڻ گهرجي ها، جتي سنڌي ڳالهائيندڙ اڪثريت ۾ آهن. پر ايئن ڪرڻ بدران هڪ سازش هيٺ سنڌ جا ڪجهه

علائقا بلوچستان صوبي ۾ شامل ڪيا ويا. پاڪستان جي مرڪزي حڪومت سنڌ جا ڪافي علائقا سنڌ مان ڪڍي بلوچستان ۾ شامل ڪري ڇڏيا. جن ۾ جهٽ پٽ، نصيرآباد، تعلقو اوستو، جعفرآباد، جهل مگسي، ڊيرا الهيار، مراد جمالي، لسٻيلو وغيره شامل آهن. لسٻيلو ون يونٽ قائم ٿيڻ کان پهرين سنڌ جي گادي واري شهر ڪراچي جو حصو هئو. جڏهن ون يونٽ کي ختم ڪيو ويو، تڏهن لسٻيلي کي واپس سنڌ جي شهر ڪراچيءَ ۾ شامل ڪرڻ جي بدران بلوچستان ۾ شامل ڪيو ويو.

هن سموري بحث دوران تاريخي ثبوتن ۽ حوالن سان ثابت ڪيو ويو آهي ته موجوده بلوچستان سنڌو ماٿري جي تهذيب واري دور کان سنڌ جو حصو رهيو آهي. راءِ گهراڻي، برهمڻ دور ۽ عربن جي قبضي دوارن به موجوده بلوچستان جا علائقا سنڌ جي سرحدن ۾ شامل رهيا آهن. جڏهن ته سومرن جي حڪمراني، سمن جي دور، ان بعد ارغونن، ترخانن ۽ مغلن جي قبضي دوران به سنڌ جون سرحدون لڳ ڀڳ ساڳيون رهيون آهن، جيڪي راجا راءِ سيهرس جي دور ۾ هيون يا وري برهمڻ حڪمرانن راجا ڇچ ۽ راجا ڏاهر جي حڪمراني دوران هيون. ساڳي طرح ڪلهوڙن جي حڪمراني واري دور ۽ ٽالپر ميرن جي صاحبي دوران به بلوچستان جا لڳ ڀڳ سمورا علائقا سنڌ جي سرحدن ۾ شامل هيا. ڪجهه علائقن ۾ مقرر ٿيل گورنر يا مقامي حاڪم به سنڌ حڪومت جي ماتحت هيا. سنڌ ۾ ميرن جي حڪومت جي خاتمي تائين هن خطي ۾ ڪوبه صوبو، رياست يا ڪو ملڪ "بلوچستان" جي نالي سان سڃاتو نه ويندو هو ۽ نه وري دنيا جي نقشي تي موجود هيو.

حوالا ۽ سمجهاڻيون:

(1) الانا، غلام علي، سنڌي ٻولي جي لساني جاگرافي، ڄامشورو، 1979ع ص: 72

(2) سنڌي، رڪ، سنڌو سڀيتا جي اوسر، حيدرآباد، 2024ع ص: 28، 29

(3) Siddiqi, Iqtidar Husain (2013). "Chachnama and its Significance". Indo-Persian Historiography Up to the Thirteenth Century. Primus Books.P. 31

(4) Siddiqi, Iqtidar Husain (2013). "Chachnama and its Significance". Indo-Persian Historiography Up to the Thirteenth Century. Primus Books.P. 31

(5) سنڌي، رڪ، سنڌ جي تاريخ جو پوسٽ مارٽم، حيدرآباد، آن لائن

(6) شيدائي، رحيمداد خان مولائي، سنڌ ۾ رهندڙ بلوچ قبيلا، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، 2020ع ص: 8

(7) لاکو، غلام محمد، سمن جي سلطنت، سمن جي دور جو عام جائزو، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، 1987ع، ص: 57-56

(8) پنهور، ايم. ايڇ، تصوير سنڌ، 2006ع، ڪراچي، ص: 21

(9) پنهور، ايم. ايڇ، تصوير سنڌ، 2006ع، ڪراچي، ص: 23

(10) پنهور، ايم. ايڇ، تصوير سنڌ، 2006ع، ڪراچي، ص: 133

(11) بيولر، آر. ايڇ. هيوگز، ”امپيريل گزيٽيئر آف انڊيا“ واليوم 1، بلوچستان سيريز ڪلڪتا، 1908ع، ص 165

(12) پنهور، ايم. ايڇ، تصوير سنڌ، 2006ع، ڪراچي، ص: 89

(13) لاکو، غلام محمد، سمن جي سلطنت، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، 1987ع ص: 60-62

(14) خان، خداداد، ”لب تاريخ سنڌ“، سنڌي ادبي بورڊ، ڪراچي، 1959ع، ص 65

(15) لاکو، غلام محمد، سمن جي سلطنت، سنڌي ادبي بورڊ چامشورو، 2005ع ص: 111- 114
(16) مهر، غلام رسول، تاريخ ڪلهوڙا (اردو)، جلد اول، حيدرآباد، سنڌي ادبي بورڊ، ص 393.
(17) ٺٽوي، سيد مير محمد بن سيد جلال، ترخان نامه، بتصحيح و حواشي سيد حسام الدين راشدي، حيدرآباد، سنڌي ادبي بورڊ، 1965ع ص 14.
(18) بکري، مير معصوم، تاريخ معصومي، ڪراچي، سنڌي ادبي بورڊ، 1953ع ص 125.
(19) ٺٽوي، سيد مير محمد بن سيد جلال، ترخان نامه، بتصحيح و حواشي سيد حسام الدين راشدي، حيدرآباد سنڌي ادبي بورڊ، 1965ع ص 14.
(20) قدوسي، اعجاز الحق، تاريخ سنده، جلد دوم، لاهور، مرڪزي اردو بورڊ، 1974ع ص 412 ۾ پڻ ڏسو: يوسف ميرک مير ابوالقاسم بکري: تاريخ مظهر شاهجهاني، ص 24.
(21) قدوسي، اعجاز الحق، تاريخ سنده، جلد دوم، لاهور، مرڪزي اردو بورڊ، 1974ع ص 412.
(22) الانا غلام علي، سنڌي ٻولي جي لساني جاگرافي، چامشورو، 1979ع ، ص: 75-77
(23) شيدائي، رحيم دادا خان مولائي، ٽالپرن جي مختصر تاريخ، 2005ع، ص: 27-28
(24) Hasnat, Syed Farooq (2011). Global Security Watch–Pakistan. Praeger. ISBN 978-0-313-34697-2.
(25) Siddiqi, Farhan Hanif (2012), The Politics of Ethnicity in Pakistan: The Baloch, Sindhi and Mohajir Ethnic Movements, Routledge, p. 60
(26) الانا غلام علي، سنڌي ٻولي جي لساني جاگرافي، چامشورو، 1979، ص: 95

باب پيو

# بلوچن جو اصل وطن

بلوچ اصل ڪهڙي ملڪ جا ۽ ڪير آهن؟ ان بابت تاريخدانن ۾ اختلاف موجود آهن. بلوچن جي اصل نسل بابت مختلف رايا گردش هيٺ آهن. بلوچ پاڻ کي عرب نسل جو قرار ڏيندا آهن. جڏهن ته اڪثر تاريخدانن جو خيال آهي ته هو اصل ايران جا آهن. ڪامران اعظم سوهدروي لکي ٿو ته، ''هي قوم قديم دور ۾ عربستان ۾ ڪربلا، دجله، فرات جي گودي ۽ حلب جي مرغزارن ۾ ۽ ايراني سرحد سان گڏوگڏ آباد هئي. ... هڪ روايت مطابق جڏهن بلوچ حلب مان لڏپلاڻ ڪري ڪرمان ۾ آيا ته 44 فرقا هئا پر سڀ کان وڏو سردار اعلمش رومي هو.'' (1)

جڏهن ته پيڪولين لکي ٿو ته، ''اڪثر بلوچ پنهنجو پاڻ کي عربن جو اولاد سمجهن ٿا ۽ حلب (شام) کي پنهنجو پهريون وطن چون ٿا. انهي طرح سان حلب بلوچن جو پيدائشي وطن آهي.'' (2) بلوچ تاريخدان احمد يار بلوچ بلوچن جو قديم وطن ''حلب'' کي قرار ڏئي ٿو. سندس چوڻ آهي ته ''بلوچن حلب ۽ شام مان پين خطن ڏانهن لڏپلاڻ ڪئي.'' (3) جڏهن ته محقق صادق علي بلوچ لکي

ٿو ته، ”زابلستان بلوچن جو قديم وطن آهي.“ (4) موسيٰ خان جلال زئي لکي ٿو ته، ”تاريخ بلوچستان مان هي ڳالهه واضح ٿي ته جڏهن بلوچ قوم ڪرمان مان مڪران جي طرف مهاجر ٿي ته ان وقت انهن جو سردار جلال خان هو.“ (5)

ٻئي طرف انگريز ليکڪ رچرڊ برٽن لکي ٿو ته، ”پاٽنجر ۽ پوسٽن جي قطعي فيصلو آهي ته هي ماڻهو (بلوچ) يهودين جي نسل مان آهن. پاٽنجر انهيءَ ڳالهه مان متاثر ٿيو ته هنن ٻنهي قومن (بلوچن ۽ يهودين) جا رواج ۽ رسمون هڪ جهڙيون آهن.“ (6) پر خود رچرڊ برٽن بلوچن کي يهودي نسل جو قرار ڏيڻ سان اختلاف ڪندي لکي ٿو ته، ”هنن ماڻهن (بلوچن) کي يهودين ڏي ڇڪڻ منهنجي خيال ۾ صحيح ناهي. خود بلوچن جي دعوى آهي ته هو عربن جي نسل مان آهن. هو خاطري سان چوندا آهن، ته اسان جو وطن حلب هو. ”برهان قاطع“ ۾ ڪوچ ۽ بلوچ جي معنى لکيل آهي: جهنگلي قومون، جي مڪران جي پهاڙي حدن اندر رهن ٿيون ۽ حجاز جي عربن جو اولاد آهن... پر باريڪ نظر ڪبي ته بلوچن جي عرب هجڻ تي وڏو اعتراض هي نظر ايندو ته، بلوچن کي پنهنجي اصلوڪي زبان جو هڪ لفظ به ياد ناهي ۽ هو قديم ۽ شايد ايراني طرز جي زبان ڳالهائين ٿا. “ (7)

ان حوالي سان روسي تاريخدان يوري گنڪوفسڪي چوي ٿو ته، ”ان حقيقت جي تائيد ۾ ٺوس دليل پيش ڪري سگهجن ٿا ته بحر خضر جو ڏکڻ وارو علائقو بلوچن جي ابن ڏاڏن جو اصل وطن هيو. هي ماڻهو (بلوچ) جيڪي ٻوليون ڳالهائن ٿا، انهن ۾ ۽ پارٿي زبان ۾ ڪجهه گڏيل خاصيتون ضرور موجود آهن، پر بلوچي ٻولي ۾ ڪجهه پنهنجا مخصوص عنصر به موجود آهن. جيڪي ان کي پارٿي زبان کان الڳ بيهارين ٿا. اها راءِ ته بلوچي ٻوليون ميديائي (ايراني زبان) جي وڏيڪ ويجهو آهن، صحيح معلوم ٿئي ٿي.“ (8) ان ڪري ان ڳالهه جا وڌيڪ ثبوت موجود آهن ته بلوچ عرب نه پر ايراني علائقن جا رهواسي هيا.

بلوچي ڳالهائيندڙ ماڻهن کي ”بلوچ“ نالو ڪڏهن مليو. يعني سندن هڪ الڳ نسل ”بلوچ“ طور سڃاڻپ ڪڏهن کان ٿي؟ ان بابت به تاريخدانن ۽ اينٿروپلاجسٽس ۾ اختلاف موجود آهن.

چاڪاڻ ته ڪيئي صديون اڳ ”بلوچ“ نالي ڪنهن الڳ انساني نسل جي سڃاڻپ جا ڪي به ثبوت نه ٿا ملن. ايران جي قديم لٽريچر ۾ ان قسم جو ڪوبه نالو نه ٿو ملي. جڏهن ته اسلام کان اڳ واري ڪنهن به ڪتاب يا لکت ۾ به ”بلوچ“ نالي جو ذڪر نه ٿو ملي. آمريڪا جي نامياري تاريخدان پروفيسر ڊاڪٽر جوزف ايلفنبين موجب، ”بلوچ پنهنجي اصل وطن يعني ايران ۾ ان کان اڳ ڪنهن ٻئي نالي سان سڃاتا ويندا هجن. بلوچن کي ”بلوچ“ نالو يا ان نالي طور سڃاڻپ موجوده بلوچستان ۾ 10 صدي عيسوي ۾ اچڻ کان پوءِ ملي هجي.“ (9)

جديد تحقيق ذريعي ثابت ٿيو آهي ته بلوچي ڳالهائيندڙن جو اصل وطن ايران آهي. بلوچ ۽ ڪرد ڪيپسين سمنڊ جي علائقي اتر ايران جا رهواسي آهن. (10) ماضيءَ ۾ بلوچ برادريون مال چاريندڙ ۽ خانه بدوش يعني لاڏائو قبيلا رهيا آهن. فردوسي جي شاهنامي موجب ايراني بادشاه خسرو جي زماني ۾ بلوچ 532 ق م ڌاري ايران جي علائقي بحر خضر جي ساموندي علائقي ۾ رهندا هئا. جيڪي ايراني بادشاهن لاءِ فوجي خدمتون سرانجام ڏيندا هئا. ماضيءَ ۾ بلوچ قبيلن ڪڏهن به هڪ هنڌ رهائش اختيار نه ڪئي پر مال جي چاري لاءِ هميشه لڏپلاڻ ۾ رهيا. ان ئي لڏپلاڻ سبب هنن اولهه ۽ ڏکڻ ايشيا جي مختلف ملڪن ايران، افغانستان ۽ پاڪستان ۾ رهائش اختيار ڪئي.

## بلوچي زبان

بلوچي زبان ايراني ٻولين جي گروپ سان واسطو رکي ٿي. جنهن جو سنڌو ماٿري جي ٻولين سان ڪوبه تعلق ناهي. سنڌو ماٿري جي ٻولين واري گروپ ۾ سنڌي، پنجابي، ڪڇي، ڪاٺياواڙي، راجسٿاني، گجراتي، ڪشميري ۽ ٻيون ٻوليون شامل آهن. روسي عالم اورانسڪي پنهنجي ڪتاب ”ايراني لسانيات“ ۾ لکي ٿو ته، ”بلوچي زبان جي ابتدا قديم ايراني ٻولي مان ٿي، جيڪا گهڻو ڪري ميڊيا ۽ پارٿيا ۾ رائج هئي.“ يعني ايراني دنيا جي اتر ۽ اتر اولهه وارن علائقن ۾ بلوچي زبان جي ابتدا ٿي.

(11) هي ماڻهو (بلوچ) جيڪي ٻوليون ڳالهائن ٿا، انهن ۾ ۽ پارٿي زبان ۾ ڪجهه گڏيل خاصيتون ضرور موجود آهن، پر بلوچي ٻولي ۾ ڪجهه پنهنجا مخصوص عنصر به موجود آهن. جيڪي ان کي پارٿي زبان کان الڳ بيهارين ٿا. اها راءِ ته بلوچي ٻوليون ميديائي (ايراني زبان) جي وڌيڪ ويجهو آهن، صحيح معلوم ٿئي ٿي. (12)

<u>حوالا ۽ سمجهاڻيون</u>


(1) سوهدروي، ڪامران اعظم، بگٽي قبيلا، لاهور، 2006ع، 48، 55

(2) پيڪولين، مترجم: ڊاڪٽر شاهه محمد مري، بلوچ، ص: 30

(3) بلوچ، احمد يار بلوچ قوم و خوانين بلوچ، ص نمبر 38

(4) بلوچ، صادق علي، تاريخ بلوچان هند، ص نمبر 40

(5) جلال زئي، موسيٰ خان، تاريخ بلوچستان، ص نمبر 16

(6) برٽن، رچرڊ، سنڌ ۽ سنڌو ماٿري ۾ وسندڙ قومون، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، 1995ع ص: 201

(7) برٽن، رچرڊ، سنڌ ۽ سنڌو ماٿري ۾ وسندڙ قومون، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، 1995ع ص: 201-202

(8) گنڪوفسڪي، يوري، پاڪستان ڪي قوميتين، ماسڪو، 1976ع، ص: 150

(9) Elfenbein, Joseph, “Balochistan III: Balochi Language and Literature” (1988), in Yarshater, *Encyclopædia Iranica*, vol. 3, fasc. 6, 633–44.

(10) Kreyenbroek, Philip G (2010). Oral Literature of Iranian Languages: Kurdish, Pashto, Balochi, Ossetic, Persian and Tajik: Companion Volume II: History of Persian

Literature A, Volume 18.
Bloomsbury. ISBN 978-0857732651.
(11) گنڪوفسڪي، يوري، پاڪستان ڪي قوميتين، ماسڪو، 1976ع، ص: 150
(12) گنڪوفسڪي، يوري، پاڪستان ڪي قوميتين، ماسڪو، 1976ع، ص: 150

باب: ٽيون

## عرب دور ۾ ايرن ۾ بلوچن جون آباديون

عرب دور ۾ مسلم تاريخدانن بلوچن جا علائقا ڪرمان جا جبل ۽ ميدان ٻڌايو آهي. هو اتي 7 صدي جي وچ ڌاري رهندا هئا. ڏهين صدي تائين بلوچ گهڻو ڪري ڪرمان جي اولهه ۽ اتر وارن علائقن ۾ آباد هيا. عربن جي فوجي ڪاهن دوران بلوچن جون ايراني سيستان ۽ اولهه مڪران ۾ آباديون هيون.(1)

ناميارو تاريخدان مولائي شيدائي لکي ٿو ته، ”بني اُميه دؤر ۾، مڪران ۾ بعض باغين جو تعداد پنجاه هزارن کي پهچندو هو. اهڙين مشڪلاتن کي حل ڪرڻ لاءِ حجاج بن يوسف، محمد بن هارون کي، جو وڏو ديندار ۽ تجربيڪار بلوچ هو، مڪران مٿان نائب مقرر ڪيو. محمد بن هارون مڪران جي چپي چپي کان واقف هو. هو اندروني امن امان کي قائم رکڻ ۾ ڪامياب ٿيو. حجاج بن يوسف جي ڏينهن ۾ محمد بن حارث علافي پنهنجي ڀاءُ معاويه بن حارث ۽ پنهنجي قبيلي آسار جي پنجن سوَن ماڻهن سان واپار سانگي عمان کان نڪري، مڪران ۾ رهڻ لڳو. اتفاق سان سندس ماڻهن مان صفوي بنالحاميءَ ڪنهن ڳالهه تان اتي جي هڪڙي ذميءَ کي ماري وڌو، جنهن تي هن جي وارثن مڪران جي حاڪم سعيد بن اسلم کي فرياد پيش ڪيو، مگر علافين دغا

سان سعيد کي قتل ڪري سڄي مڪران تي پنهنجي خودمختياريءَ جو اعلان ڪيو. (2) حجاج علافين تي سخت ڏمريو ۽ علافين جي سردار سليمان علافيءَ جو سر وڍرائي سعيد جي عزيزن ڏانهن روانو ڪيو. ان واقعي کان پوءِ حجاج، عبدالرحمان بن اشعت ۽ مجاعه بن سعر تميميءَ کي مڪران جي انتظام کي مستحڪم ڪرڻ لاءِ ڏياري مڪو. جيسين مجاعه پهچي تنهن کان اڳ علافين عبدالرحمان کي ماري وڌو. مجاعه تجربيڪار عملدار هو، سندس اچڻ جو ٻڌي باغي وڃي جبلن جي غارن ۾ لڪا. مجاعه قندابيل تائين سندن پٺيان پيو، پر اوچتو اجل جي سڏ ڪري وفات ڪري ويو. حجاج ڏٺو ته عرب عاملن لاءِ مڪران جو صحرائي ۽ جابلو ملڪ اڻ ڏٺو ڏيهه آهي، ان ڪري هن مڪران جي حڪومت محمد بن هارون بلوچ جي سپرد ڪئي، جو ملڪ جي اندروني حالتن کان پوريءَ طرح واقف هو. محمد بن هارون باغين جو پيڇو ڪري، معاويه بن حارث کي هڪڙي غار مان گرفتار ڪري، سندس سر وڍرائي حجاج ڏانهن مڪو. (3) هن واقعي کان پوءِ محمد بن حارث علافيءَ پنهنجي ماڻهن سان سرحد ٽپي، سنڌ جي راجا ڏاهر وٽ وڃي پناهه ورتي.

جڏهن سنڌ ۾ راجا ڏاهر جي حڪومت هئي ته عربستان ۾ 705ع ۾ وليد بن عبدالملڪ دمشق جي تخت تي ويٺو. سندس پاران عراق جو حاڪم حجاج بن يوسف ثقفي مشرقي علائقن مٿان نائب مقرر ٿيو. (4) قاضي سليمان ڪتاب ”مشاهير اسلام“ ۾ لکي ٿو ته حجاج بن يوسف وڏو ظالم هو. هن 3 لک مسلمان مارايا هئا. سندس پاران محمد بن هارون مڪراني کي مڪران جو عامل مقرر ڪيو ويو. علافين جو هڪڙو دستو، عمان کان نڪري مڪران ۾ حڪومت خلاف بغاوت ڪرڻ لڳو. پوءِ سن 705ع ۾ 500 علافي مڪران کان ڀڄي وڃي ڏاهر وٽ پناهه ورتي. جن کي هن (راجا ڏاهر) پنهنجي فوجن ۾ ملازم ڪري رکيو. علافين جا سردار محمد ۽ معاويه وقت بوقت سنڌ تي ڪاهون ڪندا رهيا. (4) هن سڄي وارتا مان ظاهر ٿئي ٿو ته عربن جي سنڌ تي حملي کان اڳ بلوچ موجوده بلوچستان ۾ داخل نه ٿيا هئا. پر ايراني بلوچستان واري علائقي ۾ به سندن موجودگي فقط عربن جي

لشڪرين طور هئي. جڏهن ته سنڌ جي سرحدن سان عربن جي ڪوئنس شروع ٿي چڪي هئي. ايراني سيستان ۾ مقرر سندن بلوچ نسل جو گورنر محمد بن هارون عربن جي سنڌ تي حملي لاءِ تياريون ڪري رهيو هو.

حوالا ۽ سمجهاڻيون


(1) گنڪوفسڪي، يوري، پاڪستان ڪي قوميتين، ماسڪو، 1976ع، ص: 150-151
(2) شيدائي، رحيمداد خان مولائي، جنت السنڌ، باب پيون، ايڊيشن؛ پهريون 2000، ٻيون 2006ع
(3) شيدائي، رحيمداد خان مولائي، جنت السنڌ، باب پيون، ايڊيشن؛ پهريون 2000، ٻيون 2006ع
(4) شيدائي، رحيمداد خان مولائي، سنڌ ۾ رهندڙ بلوچ قبيلا، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، 2020ع ص: 29


باب: چوٿون

## بلوچن جي موجوده بلوچستان طرف لڏپلاڻ

بلوچن پنهنجي اصل وطن ايران مان مختلف وقتن تي پين علائقن ڏانهن لڏپلاڻ ڪئي. ان لڏپلاڻ جا سبب اندروني جهيڙا ۽ لڙايون هيون. ايران تي قابض مختلف زورآور قبيلن ۽ حڪمرانن جي حملن سبب بلوچ پنهنجو اصل وطن ڇڏڻ تي مجبور ٿيا.

فردوسي جي شاهنامي موجب ايراني بادشاه خسرو جي زماني ۾ بلوچ 532 ق م ڌاري ايران جي علائقي بحر خضر جي ساموندي علائقي ۾ رهندا هئا. جيڪي ايراني بادشاهن لاءِ فوجي خدمتون سرانجام ڏيندا هئا. جڏهن بلوچ ايراني بادشاهن جي لاءِ خطرو بڻجڻ لڳا ته ايراني بادشاهن سندن خلاف خوني آپريشن ڪري سندن قوت کي تباهه ۽ برباد ڪري ڇڏيو. ايراني بادشاهن جي آپريشن کان پوءِ بلوچ خوفزده ٿي، انهن علائقن مان لڏپلاڻ ڪرڻ لڳا. جڏهن ته ”بلوچ ريس“ ڪتاب جي مصنف ڊيمنز (1) ۽ روسي ليکڪ يوري گنڪوفسڪي پنهنجي ڪتاب ”پيپلز آف پاڪستان“ ۾ لکن ٿا ته ”سفيد هُن“ (White Huns) جي لڙاين سبب بلوچن بحر خضر جي ڏاکڻين جابلو پهاڙي علائقن کان ڪرمان طرف لڏپلاڻ ڪئي. ڊيمنز بلوچن جي لڏپلاڻ بابت پنهنجي ڪتاب ”دي بلوچ ريسز“ ۾ لکي ٿو ته، ”بلوچن ايران ۾ داخل ٿيندڙ مختلف حملي آورن سبب به پيرا لڏپلاڻ ڪئي. بلوچن پهرين لڏپلاڻ ان وقت ڪئي، جڏهن فارس ۾ سلجوڪين هٿان وليمي ۽ غزنوي طاقتن جو خاتمو ٿيو. ان وقت بلوچ ڪرمان ڇڏي سيستان ۽ اولهه مڪران جي علائقن ۾ اچي آباد ٿيا. آل بويه راڄ (Buyid dynasty) جي عدود الدوله بلوچن خلاف وڏي فوجي ڪارراوئي شروع ڪئي ۽ 971-972ع ۾ کين شڪست ڏني. (2) جنهن بعد بلوچن ايران جي انهن علائقن مان لڏپلاڻ ڪئي.

جڏهن ته پيو پيرو چنگيز خان ۽ جلال الدين منگول (1219–1258ع) جي حملن سبب بلوچن ڪرمان مان لڏپلاڻ ڪري اوڀر مڪران جو رخ ڪيو. جڏهن بلوچن ايران جي مختلف علائقن مان پاڪستان جي موجوده بلوچستان واري علائقي ڏانهن لڏپلاڻ ڪئي، ان لڏپلاڻ جي باوجود تمام مختصر تعداد ۾ بلوچ ايران جي علائقن ۾ پوئتي رهجي ويا. (3) جڏهن ته سندن وڏي تعداد موجوده بلوچستان ۾ اچي رهائش اختيار ڪئي. جيڪي

بلوچ ايران مان موجوده پاڪستاني بلوچستان طرف لڏپلاڻ نه ڪري سگهيا اهي اڄ به ايراني صوبن سيستان-بلوچستان ۽ ڪرمان جي اپرندي حصن ۾ رهائش پذير آهن.(4) ٻيو پيرو لڏپلاڻ جي نتيجي ۾ بلوچن پهرين پيرو قديم سنڌ (موجوده بلوچستان) ۾ قدم رکيو. يعني بلوچن موجوده پاڪستاني بلوچستان ۾ 12 صديءَ ۾ اچي رهائش اختيار ڪئي.

جنهن وقت بلوچ ايران مان موجوده پاڪستاني بلوچستان ۾ پهتا ته ان وقت هي علائقو سنڌي ڳالهائيندڙن جو وطن هيو. هن علائقي جا اصل رهواسي سنڌي ڳالهائيندڙ هيا. هن خطي ۾ جاٽ، جدگال ۽ بروهي ڳالهائيندڙ رهندڙ هئا. (5) جن سان سندن ٽڪراءُ ٿيو. جيڪو اڄ به بلوچستان ۾ موجود آهي. بروهي ڳالهائيندڙن جي بلوچ قبيلن سان چڪتاڻ، سنڌي ڳالهائيندڙ جدگال ۽ جاٽن سميت ٻين برادرين سان اختلاف مختلف وقتن تي ظاهر ٿيندا رهيا آهن.

هن باب ۾ ٿيل بحث دوران ثابت ٿيو آهي ته بلوچ قبيلا موجوده بلوچستان جي سرحدن اندر 12 صدي عيسوي ۾ داخل ٿيا. ان کان اڳ موجوده پاڪستان يعني سنڌو ماٿري جي سرحدن اندر سندن ڪوبه وجود نه ٿو ملي.

حوالا ۽ سمجهاڻيون


(1) Dames, M. Longworth, The Baloch Race, The Royal Asiatic Society, London, 1904, digitallibraryindia; JaiGyan, https://archive.org/details/in.ernet.dli.2015.220702/page/n7/mode/2up

(2) Breseeg, Taj Mohammad, Baloch Nationalism: Its Origin and Development. Royal Book Company. 2004, p. 105.

(3) Frawley, William (2003). International Encyclopedia of Linguistics: 4-Volume Set. Oxford University Press, USA. p. 308
(4) Iran Minorities 2: Ethnic Diversity". iranprimer.usip.org. 3 September 2013. Retrieved 2020-01-21.
(5) Breseeg, Taj Mohammad, Baloch Nationalism: Its Origin and Development. Royal Book Company. 2004, p. 105.

باب پنجون

## موجوده سنڌ ۽ پنجاب طرف بلوچن جي لڏپلاڻ

موجوده دور ۾ ڪجهه بلوچ تاريخدان ۽ سياسي قيادت سنڌ ۽ پنجاب جي مختلف علائقن ۾ بلوچن جي موجودگي بابت غلط بياني ڪندا رهيا آهن. بلوچ تاريخدانن طرفان اهو تاثر ڏنو پيو وڃي ته بلوچ سنڌ ۽ پنجاب ۾ ڪيئي صدين کان رهندڙ آهن ۽ اهي علائقا بلوچن جا تاريخي وطن آهن، جڏهن ته حقيقت اها آهي ته بلوچن موجوده سنڌ ۽ موجوده پنجاب ۾ 13 کان 19 صدي جي وچ ۾ مختلف مرحلن ۾ لڏپلاڻ ڪري اچي رهائش اختيار ڪئي آهي.

عرب تاريخدانن پنهنجن ڪتابن ۾ لکيو آهي ته 9 صدي عيسوي ۾ بلوچ ڪرمان، خراسان، سيستان ۽ اوڀر ايران ۾ رهندا هئا. (1) تاريخدانن موجب انهن علائقن ۾ بلوچ رڍن ۽ ٻڪرين جا ڌڻ چاريندا هئا ۽ ريگستاني رستن تان گذرندڙ مسافرن کان ڦرون به ڪندا هئا. جنهن سبب سندن خلاف ايران جي آل بويه راڄ جي حڪمرانن ۽ بعد ۾ غزنوي ۽ سلجوڪي حڪمرانن وڏيون ويڙهيون ڪري کين علائقي مان لڏپلاڻ تي مجبور ڪيو. جڏهن ٻيهر بلوچن ايران جي سيستان ۽ خراسان ۾ شورشون ڪيون ته غزنوين ظلم ۽ تشدد رستي انهن کان بدلو ورتو. 11 صدي جي شروع ۾ غزنوي فوج ڪرمان موڪلي وئي. جتي هنن حبيث علائقي جي پرسان وڏي ڪارروائي ڪري بلوچن کي شڪست ڏني. (2) جڏهن ته 11 صدي جي وچ ڌاري ترڪمانن ۽ سلجوڪين اتر اوڀر ايران ۾ داخل ٿيڻ شروع ڪيو ته بلوچن سيستان ۽ اتر ڪرمان کي ڇڏي ان جي اوڀر طرف اتر مڪران ۽ اولهه طرف بنجبور (موجوده پنجگور) طرف لڏپلاڻ ڪئي.

ان سلسلي ۾ آمريڪن اينٿروپلاجسٽ پروفيسر برين اسپونر پنهنجي ڪتاب (3) ۾ لکي ٿو ته ”بلوچن 13 ۽ 14 صدي ۾ موجوده بلوچستان مان لڏپلاڻ ڪري سنڌ ۾ اچي رهائش اختيار

ڪئي.” جڏهن ته ڪراچي يونيورسٽي جي پروفيسر ڊاڪٽر اختر بلوچ موجب بلوچن 16 کان 19 صدي عيسوي جي وچ ۾ موجوده بلوچستان مان لڏپلاڻ ڪري سنڌ ۽ پنجاب ۾ اچي رهائش اختيار ڪئي. پروفيسر ڊاڪٽر اختر بلوچ ان عرصي کي ننڍو برفاني دور (Little Ice Age) ڪوٺي ٿو. چاڪاڻ ته ان دور ۾ بلوچستان جي علائقي ۾ ٿڌ ۾ اضافو ٿيو ۽ مختلف علائقن ۾ برفباري سبب اهي رهڻ جي قابل نه رهيا، جنهن سبب بلوچن جي وڏي انگ سنڌ ۽ پنجاب طرف لڏپلاڻ ڪري وجي رهائش اختيار ڪئي. (4) (5) اڃو ته پروفيسر اختر بلوچ جي لفظن ۾ ٻڌون ته بلوچن سنڌ ڏانهن ڪڏهن ۽ ڇو لڏپلاڻ ڪئي. “موجوده بلوچستان مان بلوچن جي پهرين لڏپلاڻ 14 صدي عيسوي ۾ ڏکڻ جي ميداني علائقن ڏانهن يعني سنڌ ڏانهن شروع ٿي. جيڪا ڪيئي سوين سالن تائين جاري رهي. لڏپلاڻ جي ان لهر ۾ زرداري قبيلي سميت ٻيا بلوچ قبيلا سنڌ ۾ لڏپلاڻ ڪري پهتا ۽ انهن سنڌ ۾ مستقل رهائش اختيار ڪري ورتي، اهي قبيلا ڪڏهن به واپس بلوچستان نه ويا. بلوچستان مان هي سڄي لڏپلاڻ موسمي حالتن سبب ٿي. ان دور يعني 14 صدي عيسوي ۾ بلوچستان جي اتر ۽ اولهه وارا علائقا زبردست سردي سبب رهڻ جي قابل نه رهيا هئا. جن ماڻهن پنجاب ۾ رهائش اختيار ڪئي، انهن سرائيڪي زبان کي اپنائي ورتو. جڏهن ته جن وري سنڌ جي اتر وارن علائقن ۾ رهائش اختيار ڪئي، انهن سنڌي ٻولي کي پنهنجو ڪري ورتو. سنڌ جي ڪڇي واري علائقي ۾ رهائش اختيار ڪندڙ بلوچن مال ڌارڻ جو ڌنڌو اختيار ڪري ورتو. بعد م هنن زراعت جو پيشو اختيار ڪيو. انهن بلوچ قبيلن ۾ ڪلمتي ۽ رند شامل هئا. (6)

ڊاڪٽر اختر بلوچ موجب موجوده بلوچستان مان سنڌ ۽ پنجاب طرف بلوچن جي ٻيو پيرو لڏپلاڻ 1669ع ۾ ٿي، اها لڏپلاڻ بلوچستان ۾ هڪ ٻئي پويان ٻن وڏن ڏڪارن سبب پيدا ٿيل بک ۽ بدحالي سبب ٿي. 1669ع کان پوءِ هڪ سال بعد ٽيون پيرو آيل ڏڪار بلوچستان جي ساموندي پٽي کي گڏاڻي کان چابهار تائين سخت متاثر ڪيو. ان ڏڪار دوران بک سبب هزارين ماڻهو موت جو شڪار ٿيا ۽ علائقا غير آباد ۽ ڀڙڀانگ بڻجي ويا. جنهن سبب بلوچن ٽيون پيرو سنڌ ۽ پنجاب طرف لڏپلاڻ ڪئي. ٽيون پيرو

لڏپلاڻ ڪندڙ ماڻهن ڪراچي جي ملير، گڏاپ، ڪانوڙ، ماڙيپور، مواچ ۽ لياري ۾ وچي رهائش اختيار ڪئي. ان ئي لڏپلاڻ دوران مڪران مان شيدي (مڪراني بلوچ) جيڪي سنڌ پهتا، اهي اصل ۾ آفريقي نسل جا حبشي هيا. جن کي عرب واپارين طرفان غلام ڪري بلوچستان ۾ وڪرو ڪيو ويو هو. يعني بلوچستان مان بلوچن سنڌ ۽ پنجاب طرف اهي لڏپلاڻون فقط پنهنجي حياتي بچائڻ ۽ جياپي لاءِ ڪيون.

جڏهن 14 صدي جي شروع ۾ بلوچن سنڌ ۽ پنجاب طرف لڏپلاڻ شروع ڪئي ته کين هتان جي مقامي حڪمرانن آباد ٿيڻ ۾ مدد ڪئي. ان سلسلي ۾ ڪافي ثبوت موجود آهن. 1470ع ۾ ملتان جي مقامي حڪمران شاهه حسين لانگاهه (1467- 1502ع) سنڌو درياهه جي اولهندي ڪناري بلوچن کي آباد ٿيڻ لاءِ زمينون ڏنيون. بلوچن 15 صدي جي آخر ۾ اسماعيل خان، فتح خان ۽ غازي خان تي شهر آباد ڪيا. جيڪي سندن نالن سان سڏيا ويندا آهن. (7)

روسي مصنف يوري گنڪوفسڪي موجب بلوچي ڳالهائيندڙن 15 صدي عيسوي جي آخر ۾ پنجاب جي ڏکڻ اولهه وارن علائقن ۾ اچي رهائش اختيار ڪئي. بلوچي سردارن مظفرڳڙهه ۽ ڊيرا جات جي ڏاکڻي علائقي تي قبضو ڪري ورتو ۽ پنهنجي بيشمار عزيزن سان گڏجي اتي رهائش اختيار ڪئي. ”بابر نامي“ ۾ بابر لکيو آهي ته 16 صدي جي شروع ۾ پنجاب جي اترين علائقن ۾ وادي جهلم جي پيرا ۽ خوشاب ۾ بلوچن جون الڳ وسنديون هيون. جڏهن ته 16 صدي جي وچ ڌاري مغل بادشاهه همايون اوپر پنجاب ۾ ڪيئي بلوچ خاندان آباد ڪيا. همايون سوري خاندان جي خلاف امداد ڏيڻ تي بلوچن کي پنجاب ۾ زمينون عطا ڪيون. (8)

هتي اها ڳالهه تاريخي طور تي ثابت ٿئي ٿي ته بلوچن ڪنهن مخصوص دور ۾ نه پر مختلف وقتن تي سنڌ سميت پاڪستان جي علائقن ڏانهن لڏپلاڻ ڪئي. بلوچ پنهنجن اباڻن علائقن ۾ گهرو ويڙهه، ٻاهرين حملي آورن جي حملن ۽ موسمي حالتن سبب پيدا ٿيندڙ بک ۽ بدحالي سبب سرسبز ۽ خوشحال

علائقن طرف لڏپلاڻ ڪري اچي آباد ٿيا. بلوچن پاڪستان جو ڪوبه علائقو فتح نه ڪيو هو ۽ نه وري هو انهن علائقن جا اصلي باشندا هيا. بلوچن مختلف دورن ۾ ٻاهران آيل حملي آورن کي ديسي ماڻهن خلاف مدد مهيا ڪئي. جنهن سبب ڪين ڏارين حڪمرانن جاگيرون ۽ زمينون ڏئي آباد ٿيڻ ۾ مدد ڏني. جڏهن ته سنڌ ۽ پنجاب جي ڏيهي حاڪمن به بلوچن کي آباد ٿيڻ لاءِ مفت ۾ زمينون ۽ چراگاهه سندن حوالي ڪيا.

<u>حوالا ۽ سمجهاڻيون</u>


(1) Spooner, Brian (1988). “BALUCHISTAN i. Geography, History and Ethnography”. Encyclopedia Iranica. Retrieved 30 December 2014.

(2) گنڪوفسڪي، يوري، پاڪستان ڪي قوميتين، ماسڪو، 1976ع، ص: 152

(3) Spooner, Brian (1988). "BALUCHISTAN i. Geography, History and Ethnography". Encyclopedia Iranica. Retrieved 30 December 2014.

(4) Michael, Mann. "Encyclopedia of Global Environmental Change, Volume 1, The Earth System: Physical and Chemical Dimensions of Global Environmental Change" (PDF). Archived from the original (PDF) on 2013-01-24. Retrieved 2024-03-04.

(5) Baloch, Akhtar, Dr. From Zardaris to Makranis: How the Baloch came to Sindh, the Express Tribune, March 27, 2014,
Refer: https://tribune.com.pk/story/688234/from-zardaris-to-makranis-how-the-baloch-came-to-sindh
(6) Baloch, Akhtar, Dr. From Zardaris to Makranis: How the Baloch came to Sindh, the Express Tribune, March 27, 2014,
(7) گنڪوفسڪي، يوري، پاڪستان ڪي قوميتين، ماسڪو، 1976ع، ص: 153-154

باب ڇهون

# ڪلهوڙا حڪمرانن طرفان سنڌ ۾ بلوچن جي آبادڪاري

سنڌ ۾ 1701ع ۾ ڪلهوڙن جي حڪمراني جو دور شروع ٿيو ته ميان مير محمد ڪلهوڙي ٻن ٻروچ مريدن مير الودي ۽ مير مسودي کي سنڌ ۾ گهرايو. ٻروچ مريدن کي زمينون جاگير ۾ ڏيڻ جي لالچ ڏني وئي. ان حوالي سان پروفيسر نارائڻ داس آر ملڪاڻي پنهنجي ڪتاب ”ميراڻي سنڌڙي“ ۾ لکي ٿو ته ”سن 1701ع ۾ ڪلهوڙن جو راڄ شروع ٿيو، تئن سنڌ ۾ سرڪاري نوڪريون پهرين سنڌ جي مسلمانن کي هيون. پر ميان مير محمد ڪلهوڙي زمينن جاگيرن جا انجام اقرار ڏئي ٻن ٻروچ مريدن مير الودي ۽ مير مسودي کي گهرايو. جي جبل جو سڄو پٽ ڇڏي سنڌ جي پلي ملڪ ۾ اچي رهو. هڪ سنڌي تاريخ نويس انهن ٻن جهنگلي ماڻهن جي سنڌ ۾ گهڙڻ جو هي بيان ڏئي ٿو: ”ٻروچ اچا خدا آباد کان 15 ڪن ميل پري هئا ته حاڪم سندن استقبال لاءِ سونهري سنجن سان پهريل عمدا گهوڙا ۽ خلعتون سوغاتون موڪليون. سندن مرضي هئي ته ٻئي مير ڏاڍي شان ٺُومان سان دارالحڪومت ۾ تشريف آڻين. جلوس جڏهن ساڻن ملڻ لاءِ اڳتي وڌيو تڏهين چا ڏسن ته هڪ ريڍارن جو ڌنبلو، ٻارين ٻچين گڏهن تي چڙهيل، ڍنيان رڍن جي ڌڻ سان پيو اچي. وزيرن وڏي پڇا ڪئي ته ڙي مير الودي جي ڪا خبر ڪريو؟ چي مير الودي آءُ آهيان. ڏسي حيرت ۾ وات ڦاٽي وين. جنهن مير الودي کي هيڏي ناٺ نينگر سان خوش ڪرڻ آيا هئا، سو هٿ ۾ ڍيري، ڪلهي تي ڪانبو ڪري اڳيان بيٺو هون! پر وري به ڀاڻ جهلي نهايت تهذيب سان سلام ڪري، هٿ مان ڍيري وٺي ۽ ڪلهي تان ڪانبو لاهي، هڪ تازي گهوڙي تي سوار ڪري درٻار ۾ وٺي وين. تنهن کان پوءِ ته ڪيترا سرادر جاگيردار ٿي پيا ۽ پنهنجا ٻروچڪا راڄ آڻي، ناڙي تي ۽ ٻين هنڌ ڳوٺ ٻڌي ملڪ وسائي ويٺا.“(1)

رچرڊ برٽن پنهنجي ڪتاب ”سنڌ ۽ سنڌو ماٿري ۾ وسندڙ قومون“ ۾ لکي ٿو ته، ”1701ع ڌاري جڏهن ڪلهوڙن جي صاحبي شروع ٿي، تڏهن سنڌ جا امير امراءَ، مشرق جي ٻين ملڪن وانگر، سرڪاري عهديدار هوندا هئا ۽ گهڻو ڪري سنڌي

باشندا هوندا هئا. پر ان گهراڻي جي پهرين حاڪم مير محمد کان هڪ نهايت اهم سياسي غلطي ٿي. هن پنهنجي ٻن ڪوهستاني مريدن مير عودي ۽ مسعودي کي جاگيرن ۽ ٻين رعايتن جا واعدا ڏئي، ويران پهاڙن مان گهرائي، ترائي ۾ آباد ڪيو. .. انهيءُ کان پوءِ، بلوچن جا ڪٽڪ، پنهنجي اڳواڻن ۽ قومي سردارن جي اڳواڻي هيٺ ايندا ويا. هنن کي ڪيتريون جاگيرون مليون، ۽ هو ناري ندي تي ملڪ جي ٻين آباد پرڳڻن ۾ شهر ناهي، ديرو ڄمائي ويٺا رهيا.." (2)

ڪلهوڙا حڪمرانن بلوچن کي پنهنجي فوج ۾ اهم عهدن تي مقرر ڪيو. ڪلهوڙا دور ۾ ٽالپر آهستي آهستي طاقتور ٿيڻ بعد پنهنجو اثر رسوخ وڌائڻ لڳا. جيڪا ڳالهه ڪلهوڙا حڪمرانن لاءِ خطري جي گهنٽي ثابت ٿي. ڪلهوڙا پنهنجي ئي بلوچ فوجي جرنيلن جي طاقت سبب آهستي آهستي ڪمزور ٿيڻ لڳا. سندن رياستي رٽ قائم رهي نه سگهي. بلوچ يعني ٽالپر فوجي جرنيل ڪلهوڙن بدران پاڻ کي ملڪ جو والي سمجهڻ لڳا. ان صورتحال ۾ ٻنهي ڌرين ۾ اختلاف دشمني طرف وڌڻ لڳا. ڪلهوڙو حڪمران ميان عبدالنبي ۽ بلوچ جرنيل مير بجار هڪ ٻئي جا دشمن بنجي ويا.

<u>مير بجار جي ڪلهوڙا حڪومت خلاف بغاوت</u>

جيتوڻيڪ ڪلهوڙا حڪمرانن ميرن يعني ٽالپر بلوچن کي پنهنجي دور ۾ بلوچستان جي سڃن پٽن ۽ غير آباد جابلو پٽي مان دعوت ڏئي سنڌ ۾ گهرائي، زمينون ۽ جاگيرون عطا ڪيون هيون. پر ٽالپرن ان جو بدلو ڪلهوڙن جي حڪومت ختم ڪري ڏنو. جيئن ئي ٽالپر مير سنڌ ۾ پهتا ته هنن کي ڪلهوڙن حڪمرانن اهم حڪومتي عهدن تي مقرر ڪيو ۽ خاص ڪري فوج ۾ سپهه سالاري جا فرض سونپيا. سنڌ ۾ اهم عهدا ملڻ ۽ فوج جي سپهه سالاري ملڻ تي ٽالپرن پنهنجي ئي محسنن خلاف صفبندي شروع ڪئي. پهريان ته هنن بلوچستان مان بلوچن جا ڪٽڪ آڻي سنڌ ۾ آباد ڪرڻ شروع ڪيا. جنهن بعد کين زمينون ۽ اهم عهدا عطا

ڪري طاقتور بڻايو. ٽالپر ميرن پنهنجي بلوچ سردارن معرفت سنڌ ۾ بلوچن جو هڪ لشڪر تيار ڪري ورتو. جنهن کي ڪلهوڙا حڪمرانن خلاف استعمال ڪرڻ جي سازش سٽڻ لڳا. ان حوالي سان ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو ته، ”سنڌ جي ڪلهوڙا حاڪم ميان عبدالنبي خان جي مارواڙ جي مهاراجا بجيسنگهه سان گهاٽي دوستي هئي. مير بجار خان جيڪو ٽالپرن جو طاقتور پڳدار يا منهندار هو، ميان صاحب جو وزير هو ۽ گهڻي وقت کان وٽس سندس خدمتن عيوض حڪومت ۾ کيس وڏا ۽ وسيع اختيار مليل هئا. مير بجار جيئن ته وڏو عقلمند ۽ چالاڪ هو، ان ڪري هو پنهنجي مالڪ (ميان عبدالنبي خان) جي مارواڙ جي مهاراجا (بجيسنگهه) سان ويجهن لڳ لاڳاپن کي پنهنجي لاءِ دائمي خطري جي گهنٽي پيو سمجهندو هو. مير بجار خان جوڌپور تي حملي ڪرڻ جي ترت تيارين ۾ لڳي ويو. هن مارواڙ جي سرحد تي هڪ قلعو تيار ڪرايو ۽ ان کي 12000 طاقتور فوجين سان مضبوط ۽ مسلح بنايائين ۽ جوڌپور کي فقط هڪڙي ڏينهن ۾ حملو ڪري، ان کي فتح ڪرڻ جو منصوبو بنايائين. جڏهن مهاراجا بجيسنگهه کي ان منصوبي جي خبر پئي ته ان ميان صاحب ڏي خط لکي پنهنجي خلاف اهڙين دشمني واري سازشن تي سخت احتجاج ڪيو ۽ ٻنهي جي پراڻي ۽ پڪي دوستي لاءِ کيس ياد ڏياريائين. ساڳي وقت مهاراجا ان ڳالهه تي زور ڏنو ته جيئن ته قلعو تعمير ٿي چڪو هو ته تنهن ڪري راجپوتن جي لشڪر کي به ان ۾ رهڻ جي اجازت ڏني وڃي. پر تڏهين ميان صاحب جي پنهنجي حيثيت ڪمزور ٿي ويئي هئي، ۽ هن سلسلي ۾ منجهس ڪنهن به قدم کڻڻ جي همت ۽ طاقت ڪانه هئي. مهاراجا ٻيهر مخفي طريقي سان ميان عبدالنبي ڏي خدا آباد پنهنجو ايلچي اُڏيرام يوندل موڪلي ڏنو ۽ کيس چورائي موڪليائين ته هو مير بجار کي ڳجهي ريت رستي تان هٽائي ڇڏي، هن ساڳي وقت 40000 مضبوط فوج موڪلڻ جو به پڪو واعدو ڪيو ته جيڪڏهن خدانخواسته مير بجار خان ۽ سندس ساٿي ڪلهوڙا حڪومت خلاف بغاوت ڪن ته اهي فوجي سندس مدد ڪندا. مهاراجا جي پڪي پختي واعدي ڪرڻ تي ميان صاحب ان مخفي منصوبي کي عملي جامو پهرائڻ لاءِ نيٺ رضامند ٿي ويو.

منصوبي تحت مهاراجا ٻن پنهنجن ماڻهن کي ميان صاحب جي درٻار ۾ وڪيلن جي حيثيت ۾ موڪلي ڏنو. جن مهيني کن کان پوءِ مير بجار کي خدا آباد ۾ سندس ئي گهر ۾ حملو ڪري قتل ڪري ڇڏيو. هي واقعو 1780ع ۾ پيش آيو. مير بجار جي مزار خداآباد (هالا) ۾ موجود آهي. (4) (5)

ان واقعي سبب ڪلهوڙن ۽ ميرن ۾ اختلاف دشمني ۾ تبديل ٿي ويا. بلوچ سردارن وڏو لشڪر ڪٺو ڪري ميان کي بدلو وٺڻ لاءِ خدا آباد جو گهيرو ڪري ورتو. جتي ميان عبدالنبي جي رهائش هئي. ميان عبدالنبي ٻن مهينن تائين شهر جي حفاظت ڪندو رهيو ۽ مهاراجا جي مدد لاءِ واجهائيندو رهيو، پر ڪيس ڪابه مدد نه پهتي. نيٺ ميان صاحب ٻارن ٻچن سميت شهر ڇڏي هليو ويو ۽ خدا آباد باغين يعني ميرن جي لشڪر حوالي ٿي ويو. ان واقعي بعد ٻيهر ميان عبدالنبي ٽالپرن سان ٺاهه ڪري تخت حاصل ڪيو. جنهن بعد هن وري ٻن بلوچ سردارن عبدالله خان ۽ مير فتح خان کي بيدرديءَ سان مارائي ڇڏيو. جنهن بعد ڪلهوڙا حڪمرانن ۽ ٽالپرن ۾ آخري ۽ فيصلائتي جنگ لڳي. اها جنگ 1782ع ۾ هالاڻي جي پرسان ٿي. جنهن ۾ ڪلهوڙن جي فوج کي شڪست ملي ۽ سنڌ ملڪ ٽالپرن جي حوالي ٿي ويو. بلوچ ٽالپر 1783ع ۾ سنڌ جا حڪمران بڻجي ويا. جن کي انگريزن سنڌ تي قبضو ڪري اقتدار کان الڳ ڪيو.

<u>حوالا ۽ سمجهاڻيون</u>


(1) ملڪاڻي، نارائداس آر، ميراڻي سنڌڙي، ڪوڙو مل سنڌي ساهت منڊل حيدرآباد، 1936ع ص: 39-40
(2) برٽن، رچرڊ، سنڌ ۽ سنڌو ماٿري ۾ وسندڙ قومون، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، سال 1995ع ص: 199-200
(3) بلوچ، نبي بخش، سنڌ جي تاريخ، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ريسرچ فائونڊيشن، حيدرآباد، 2017ع ص: 308-310

(4) خانبهادر خداداد خان، (سنڌيڪار : ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ)، لب تاريخ سنڌ، سنڌي ادبي برڊ ڄامشورو، 1994، ص 160-161
(5) بلوچ، نبي بخش، سنڌ جي تاريخ، حيدرآباد، 2017ع ص: 309-310

باب ستون

## ٽالپرن جي دور ۾ سنڌ اندر بلوچن جي آبادڪاري

سنڌ ۾ هونئن ته مختلف دورن ۾ بلوچ قبيلا ۽ برادريون اچي آباد ٿيندا رهيا آهن، پر خاص ڪري سنڌ تي بلوچ نسل جي ٽالپرن جي حڪمراني دوران بلوچن جي وڏي انگ هتان جي ساون ستابن پٽن ڏانهن لڏپلاڻ ڪئي ۽ هتي اچي مستقل رهائش اختيار ڪئي. بلوچستان ۾ مسلسل ڏڪار پوڻ يا وري سردي ۾ اضافي سبب ماڻهو بک ۽ بدحالي جو شڪار ٿيڻ سبب انهن ديسن

ڏانهن لڏپلاڻ ڪري ويا، جيڪي سندن ملڪ جي سرحدن پرسان ۽ خوشحال هيا. اهوئي سبب آهي جو بلوچن بک ۽ بدحالي کان بچڻ ۽ روزگار جي موقعن جي تلاش ۾ هميشه سنڌ ڏانهن لڏپلاڻ ڪئي آهي. رچرڊ برٽن پنهنجي ڪتاب ”سنڌ ۽ سنڌو ماٿري ۾ وسندڙ قومون“ ۾ لکي ٿو ته، ”ڪلهوڙن جي حڪمراني کان پوءِ جڏهين ٽالپرن جو ٽيلو ٿيو، تڏهين هنن پنهنجي هم وطنن جا لشڪر گهرائي، کين زمينون، جاگيرون ۽ ٻيون رعايتون ڏئي، ملڪ (سنڌ) وسائي ويهڻ لاءِ همٿايو. هنن جي پٽي جا شرط جاگيري سرشتي جهڙا هوندا هئا. هرهڪ سردار کي لڙائي وقت پنهنجي حاڪم سان همرڪاب رهڻو پوندو هو. ملازمن جو تعداد مقرر ٿيل ڪونه هوندو هو. پر هرهڪ گهر جو وڏو ان ڳالهه ۾ پنهنجي عزت سمجهندو هو ته ميدان جنگ ۾ منهنجي پويان سپ کان گهڻا پوئلڳ هجن. اهڙيءَ طرح ٽالپرن جي دور ۾ بلوچي سردارن هڪ فوجي حڪومت جي صورت اختيار ڪئي، جهڙي طرح انگليند جي فتح کان پوءِ اتي، نارمن قوم (1) ڪئي هئي.“ (2)

ٽالپر حڪمرانن جي نسل پرستي

جڏهن سنڌ تي ميرن جي حڪومت هئي ته مير تمام گهڻا نسل پرست هيا. هو سرڪاري عهدن تي گهڻو ڪري بلوچي ڳالهائيندڙ رکندا هئا. جڏهن ته زمينون ۽ جاگيرون به بلوچن کي ڏيندا هئا. جنهن ڪري سنڌ ۾ رهندڙ بلوچ نه فقط ڏينهون ڏينهن طاقتور ٿيندا ويا، پر هنن ملڪ جي اصل رهواسين يعني سنڌين سان نفرت وارو رويو اختيار ڪيو. بلوچ پاڻ کي باقي ٻين کان اُتم ۽ اعلى سمجهندا هئا. ٽالپر حڪمران بلوچي ڳالهائيندڙن کان سواءِ ٻين سان ملڻ جلڻ يا سندن وفدن کي دربار ۾ گهرائڻ به پسند نه ڪندا ها. ان بابت راءِ صاحب اُڌارام چاندومل ٿڌاڻي ۽ پرمانند ميوارام پنهنجي ڪتاب ”سنڌ جا مير ۽ مياڻي جي جنگ بيتن سوڌو“ ۾ لکن ٿا ته، ”حيدرآباد جي مير صاحبن جا عرض ڪٽي ايندڙ سردارن يا عام ماڻهن سان ملاقات جا وقت مقرر ٿيل هوندا هئا. ڏينهن ۾ هڪ ڀيرو ڪچهري فقط ٻروچ عرضدارن واسطي گڏ ٿيندي هئي. وچون وقت ٻيهري ٽائين ديوان گذارش ۽ لکپڙه جو

ڪم ڪندا هئا. پوءِ مير صاحب ٿورو آرام ڪندا هوا. --- هر روز سج اڀرڻ کان اڳ قلعي جي دروازي واري دري پٽبي (کلندي) هئي. جنهن ڪري ڪچهريءَ کي ''دري جو سلام'' به چوندا هئا.'' اتي مير صاحب لاءِ مسند ۽ ٻين واسطي گلم وڇايل هوندا هوا. مسند جي پاسن کان ٻروچ قطار ڪري ويهندا هوا. ان جي اڳيان 2 ديوان ۽ ٻيا خدمتگار ويهندا هوا. جڏهن مير صاحب ڪچهري ۾ ايندا هوا ته ٻروچ، ديوان ۽ ٻيا سڀ خدمتگار اٿي بيهندا هوا. ٻروچ پنهنجا عرض مير صاحب کي ٻڌائيندا هوا. ڪو جاگير واسطي، ڪو ٻني واسطي، سي سڀ اتي جو اتي ديوان ڪاغذ تي هڻي چڙهيندا هوا، ۽ ٻيهري جو جيڪو وهيو واپرايو هوندو تنهن جي گذارش ڪندا هوا. ۽ مير صاحبن کان حڪم وٺي سندن حڪمن تي (صه) جي نشاني ۽ مهر هڻي چڙهيندا هوا.'' (3)

حوالا ۽ سمجهاڻيون

(1) اينگلو نارمن ( Anglo-Normans) قوم 11 صدي عيسوي ۾ انگلينڊ تي قبضو ڪري ان کي پنهنجي تسلط هيٺ آندو هو. نارمن جي فتح کان پوءِ انگلينڊ جي اينگلو سيڪسن (Anglo-Saxon) پنهنجي زمينن تان بيدخل ڪيا ويا.

(2) برٽن، رچرڊ، سنڌ ۽ سنڌو ماٿري ۾ وسندڙ قومون، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، سال 1995ع ص: 202

(3) ٿڏاڻي، راءِ صاحب اُڏارام چانڊومل، پرمانند ميوارام، سنڌ جا مير ۽ مياڻي جي جنگ بيتن سوڌو، حيدرآباد 1938ع ص: 29-30

# موجوده بلوچستان تي “بلوچستان” نالو ڪڏهن پيو؟

سنڌ ته صدين ڪان دنيا جي گولي تي موجود آهي، پر “بلوچستان” نالي جو ذڪر ڪنهن به قديم لڪت، تاريخ جي ڪتابن يا ڪنهن ٻئي مواد جي صورت م ڪونه ٿو ملي. “بلوچستان” لفظ پهريون پيرو “نادرشاهه قاچار” جي ننڍي ڪنڊ تي حملي وقت سنه 1736ع ۾ منظر عام تي آيو. اهو به ڪنهن علائقي جي سڃاڻپ طور نه پر ٻولي ڳالهائيندڙ هڪ گروپ جي نالي طور سامهون آيو. تاريخ ۾ قلات، اربيله (لسٻيلو) شال (ڪوئٽا)، مڪران، سيوي يا سبي ۽ ڪيچ وغيره پنهنجن نالن سان سنڌ جا پرڳڻا، رياستون يا صوبا سڏيا ويندا هئا. پهريون پيرو بلوچستان جو نالو ڪنهن خطي جي نالي طور انگريزن استعمال ڪيو.

انگريزن جي برصغير تي قبضي ڪان اڳ موجوده پاڪستان جي سرحدن اندر بلوچستان جي نالي سان ڪوبه صوبو، ملڪ يا خطو موجود نه هيو. انگريزن برصغير تي قبضي بعد ڪجهه بلوچي ڳالهائيندڙ علائقن کي برٽش بلوچستان جو نالو ڏنو. جڏهن ته قلات رياست بروهي ڳالهائيندڙن جي هئي. ٻئي طرف لسٻيلو سنڌي ڳالهائيندڙن جي رياست هئي. جڏهن انگريزن برصغير تان قبضو ختم ڪيو ۽ پاڪستان وجود ۾ آيو ته ان وقت يعني 1947ع ۾ موجوده بلوچستان وارو علائقو 5 حصن ۾ ورهايل هيو. جن ۾ 4 شاهي رياستون قلات، خاران، مڪران ۽ لسٻيلو هيا، جڏهن ته هڪ برٽش انڊيا جو علائقو برٽش بلوچستان شامل هيو. پاڪستان ٺهڻ ڪان پوءِ برٽش بلوچستان جي ڪوئيٽا ميونسپل ڪاميٽي ۽ شاهي جرڳي جي ميمبرن پاڪستان ۾ شموليت

جو فيصلو ڪيو. جڏهن ته اڳتي هلي لسبيلي، خاران ۽ مڪران جي رياستن به پاڪستان سان الحاق ڪري ورتو. انهن ٽنهي رياستن جي حڪمرانن 21 مارچ 1948ع تي پاڪستان سان الحاق وارن دستاويزن تي صحيحون ڪيون. ان وقت مڪران اسٽيٽ جو نواب ٻائي خان گچڪي هيو. (1) گچڪي بلوچ نه پر راجپوت نسل جا آهن. سندن وڏو جگت سنگهه 17 صدي ۾ راجپوتانه کان لڏپلاڻ ڪري اچي مڪران ۾ آباد ٿيو. جنهن بعد هن اسلام قبول ڪيو. (2) هاڻي گچڪي پاڻ کي بلوچ سڏرائين ٿا. (3) ٻئي طرف لسبيلا رياست جو نواب سنڌي نسل جو ڄام غلام قادر خان هيو ۽ خاران رياست جو نواب حبيب الله خان هيو. جڏهن ته قلات رياست سڀ کان آخر يعني 1948ع ۾ پاڪستان سان الحاق جو فيصلو ڪيو. خان آف قلات مير احمد يار خان جي ان فيصلي خلاف سندس ننڍي ڀاءُ شهزاده مير عبدالڪريم پاڪستاني رياست سان ويڙهه جو رستو اختيار ڪيو. جنهن جي نتيجي ۾ قلات کي هڪ فوجي آپريشن کي منهن ڏيڻو پيو. پاڪستان حڪومت طرفان جنهن بعد برٽش بلوچستان واري علائقي کي ”بلوچستان“ جو نالو ڏنو ويو. ٻئي طرف قلات، خاران، مڪران ۽ لسبيلو رياستن کي هڪ ايڪو بڻائي بلوچستان اسٽيٽس يونين جو نالو ڏنو ويو. اولهه پاڪستان کي 1955ع ۾ ونيونٽ ( هڪ صوبو) قرار ڏئي ملڪ جي اولهه واري حصي جي صوبن ۽ رياستن جو مڪمل خاتمو آندو ويو. ون يونٽ ٺهڻ تي لس ٻيلو ضلعي جي شڪل ۾ ڪراچي ڊويزن سان ملايو ويو.

جڏهن 1969ع ۾ ون يونٽ کي ٽوڙيو ويو ۽ سنڌ، پنجاب ۽ سرحد صوبا بحال ٿيا ته بلوچستان جي اڳوڻين رياستن ۽ ڊويزنن کي به هڪ ٻئي ۾ ضم ڪري بلوچستان صوبي جو نالو ڏنو ويو. اهڙي طرح 1970ع ۾ بلوچستان جي موجوده علائقي ”بلوچستان“ جي نالي سان سڃاڻپ حاصل ڪئي. اصل ۾ جڏهن بلوچستان صوبو جوڙيوويو ته ان وقت اصولن قلات کي بولي جي بنياد تي الڳ بروهي صوبو قرار ڏيڻ گهرجي ها، لس ٻيلي کي سنڌ ۾ شامل ڪرڻ گهرجي ها. ڇاڪاڻ ته لسٻيلو سنڌي ڳالهائيندڙن جي رياست هئي. ساڳي طرح نصيرآباد ضلعو، سبي، ڊيرا مراد جمالي به سنڌ ۾ شامل ڪرڻ گهرجي ها، جتي سنڌي ڳالهائيندڙ اڪثريت

۾ آهن. پر ايئن ڪرڻ بدران سنڌ جا ڪجهه علائقا بلوچستان صوبي ۾ شامل ڪيا ويا.

بلوچن جي پاڪستان ۾ آدمشماري

موجوده پاڪستان، ايران، افغانستان، عرب ملڪن ۽ ايراني نار سميت سڄي دنيا اندر بلوچي ڳالهائيندڙن جي آبادي هڪ ڪروڙ کان وڌيڪ ناهي. جڏهن ته 2023ع جي آدمشماري موجب پاڪستان ۾ بلوچي ڳالهائيندڙن جو انگ 8,117,795 (81 لک 17 هزار ست سو پنجانوي) آهي. بلوچ پاڪستان جي ڪل آبادي جو 3.38 سيڪڙو آهن. هن وقت يعني 2024ع ۾ سنڌ ۾ بلوچي ڳالهائيندڙن جو انگ 12 لک 8 هزار آهي. جيڪو سنڌ جي ڪل آبادي جو 2.17 سيڪڙو بيهي ٿو. (4)

پاڪستان جي صوبي بلوچستان ۾ بلوچ 2 نسلي ۽ لساني گروهن ۾ ورهايل آهن. ڏکڻ اولهه ۾ مڪراني ۽ اتر اوڀر ۾ سليماني. جڏهن ته وچ ۾ ضلعي قلات ۾ وڏي انگ ۾ بروهي رهندڙ آهن. (5) بلوچستان جا ڪافي بااثر گهراڻا بروهي ڳالهائيندڙ آهن. جن ۾ زهري، بزنجا، رئيساڻي، مينگل، رستمزئي، ستڪزئي، سرپاڙا، لهڙي، ماناشاهي، بنگلزئي، لانگو، شاهاڻي، نيچاري، هارٽي، پندراڻي، سجالي ۽ ماماساني شامل آهن. بلوچستان جي بلوچ ڪوٺائيندڙن ۾ اڌ کان وڌيڪ بروهي ڳالهائيندڙ آهن. (6)

بلوچستان ۾ هن وقت صرف 8 ٻوليون ڳالهايون وڃن ٿيون، جن ۾ بلوچي، پشتو، بروهڪي، فارسي، سنڌي، سرائيڪي، اردو ۽ پنجابي شامل آهن. اولهه بلوچستان جا ماڻهو پشتو، اردو، پنجابي ۽ سرائيڪي ٻوليون ڳالهائي سگهن ٿا. جڏهن ته اوڀر بلوچستان جا ماڻهو سنڌي، سرائيڪي، براهوي، بلوچي ۽ اردو ڳالهائي سگهن ٿا. جڏهن ته وچئين (سينٽرل) بلوچستان جا ماڻهو 8 ئي ٻوليون ڳالهائي يا سمجهي سگهن ٿا. ڇوته ان خطي ۾ مجموعي طرح اهي سڀئي ٻوليون ڳالهائڻ وارا قبيلا ٿورا گهڻا آباد آهن. اهوئي سبب آهي جو بلوچستان خطي جي مختلف ٻولين ڳالهائڻ

وارن جو سيڪڙو معلوم ڪرڻ تمام مشڪل بلڪه ناممڪن آهي . (7)

حوالا ۽ سمجهاڻيون


(1) Malik, Fida Hussain (14 October 2020). Balochistan: A Conflict of Narratives. Saiyid Books. p. 11.

(2) Quddus, Syed Abdul (1990). The Tribal Baluchistan. Ferozsons. p. 63.

(3) Ahmed, Manzoor; Khan, Gulawar (2017). "The History of Baloch and Balochistan: A Critical Appraisal" (PDF). A Research Journal of South Asian Studies. 32: 39–52.

(4) https://www.pbs.gov.pk/sites/default/files/population/2023/tables/national/table_11.pdf

(5) گنڪوفسڪي، يوري، پاڪستان ڪي قوميتين، ماسڪو، 1976ع، ص: 14

(6) پنهور، ايم. ايچ، تصوير سنڌ، 2006ع، ڪراچي، ص: 77

(7) بروهي، ڊاڪٽر داد محمد ’خادم، “بلوچستان ۾ سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جو اپياس”، حيدرآباد، 2012ع، ص: 13-14

# بلوچستان جون اصلوڪيون سنڌي برادريون

سنڌي ٻولي ڳالهائيندڙ موجوده صوبي بلوچستان ۾ ڪٿان به لڏپلاڻ ڪري نه ويا آهن، پر هو ان سرزمين جا اصل رهواسي ۽ مالڪ آهن. بلوچستان ويجهي ماضيءَ تائين قديم سنڌ جو حصو رهيو آهي. موجوده بلوچستان ۾ ”مهرڳڙهه“ سنڌو سڀيتا جي وارثن جو سايا 9 هزار سال قديم ماڳ آهي. دنيا جهان جا تاريخدان، اينٿروپلاجسٽ، جاگرافيدان ۽ آرڪيالاجسٽ ان ڳالهه تي متفق آهن ته موجوده بلوچستان اصل ۾ سنڌو ماٿري جي رهواسين جو مادر وطن آهي. ان سلسلي ۾ اسان ڏيهي ۽ پرڏيهي ماهرن جا حوالا ڏئي اهو ثابت ڪنداسين ته هن سرزمين جا لکين سالن کان وارث سنڌي ماڻهو آهن.

سنڌ جو ناميارو تاريخدان مير رحيم داد خان مولائي شيدائي لکي ٿو ته، ”تاريخ ٿالپرن جي بيان ڪرڻ کان اڳ پڙهندڙن کي معلوم هئڻ کپي ته سنڌو ماٿري ۾ جيڪي بلوچن جي وجود کي ٿالپرن جي دور کان تسليم ڪن ٿا، اهو تصور غلط آهي. بلوچستان دراصل سنڌ جو حصو آهي. (1) جڏهن ته هڪ ٻئي مقالي ۾ مولائي شيدائي لکي ٿو ته: ”بلوچستان ۽ خراسان ٻئي اقليم سنڌ جا صوبا آهن.“ (2)

ناميارو محقق ڊاڪٽر داد محمد ’خادم‘ بروهي، ”بلوچستان ۾ سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جو اڀياس“ ڪتاب ۾ لکي ٿو ته، ”سنڌ ۽ بلوچستان جي سياست ۽ سماج، تهذيب ۽ تمدن، وڻج ۽ واپار، تاريخ ۽ جاگرافي توڙي علم و ادب جو جائزو وٺبو ته اسان کي معلوم ٿيندو ته قديم زماني کان ٻنهي خطن جا پاڻ ۾ گهاٽا ناتا رهندا آيا آهن، جاگرافيائي ويجهڙائي ۽ آباد هئڻ سبب قديم زماني

ڪان سنڌ جو بلوچستان تي نه فقط اثر بلڪ غلبو به رهيو آهي. بلوچستان جو سمورو علائقو، جنهن ۾ سبي، ڪڇي، قلات، لورالائي، مڪران، لسٻيلو ۽ سمنڊ جو ساحل هزارين سالن کان سنڌ جي زير تسلط رهندو آيو آهي.”(3)

ان سلسلي ۾ يونيورسٽي آف پينسلونيا جي اينٿروپلاجي شعبي جو پروفيسر برين اسپونر پنهنجي تحقيقي مقالي ۾ لکي ٿو ته ”موجوده بلوچستان ۾ رهندڙ سنڌي اتان جا اصل باشندا آهن.“ (4)

ڊاڪٽر غلام علي الانا لکي ٿو ته، ”نيچرل ميوزم آف نيويارڪ جي هڪ جماعت بلوچستان ۾ ضلعي لسٻيلي ۽ مڪران جي دور دراز علائقن جو دورو ڪيو هو. هن ٽولي جي راءِ موجب سامونڊي ساحل تائين ڪناري جي لڳ ڀڳ جيڪي به وسنديون ملن ٿيون، اهي هڙپا تهذيب جون علمبردار آهن ۽ آثارن توڙي شاهدين مان معلوم ٿئي ٿو ته بلوچستان جي ساحلي علائقي تي قديم زماني کان واديءِ سنڌ جي ماڻهن جو قبضو هو.”(5) (6) اسان هتي بلوچستان ۾ وسندڙ سنڌي قبيلن ۽ برادرين جو ذڪر ڪنداسين، جيڪي اتان جون اصلوڪيون يعني مقامي رهواسي آهن ۽ هن وقت به بلوچستان جي مختلف علائقن ۾ آباد آهن، هنن پنهنجي ٻولي ۽ ثقافتي سڃاڻپ کي برقرار رکيو آهي.

سما / سماٽ

سنڌ جي اصلوڪين سنڌي برادرين ۽ قبيلن کي سماٽ يا چاموٽ به سڏيو ويندو آهي. (7) سماٽ برادريون مسلمان سميت هندو مذهب سان تعلق رکن ٿيون. (8) چاڪاڻ ته سماٽ ذاتيون هن ڌرتي جون صدين کان رهاڪو آهن. عربن جي سنڌ فتح کان پوءِ ڪيترين ئي سماٽ برادرين اسلام قبول ڪيو. پر سندن ذاتيون ساڳيون رهيون ۽ برادري طور سڃاڻپ به سنڌي رهي. جنهن ڪري سماٽ برادريون ٻنهي مذهبن سان تعلق رکن ٿيون. (9) سنڌ، پنجاب، ڪڇ ڀڄ، راجسٿان سميت موجوده بلوچستان ۾ رهندڙ قديم سنڌي برادرين کي سماٽ سڏيو ويندو آهي. سماٽ بنيادي طور سنڌ ڄاوا آهن. تاريخدانن موجب سماٽ، اصل ۾ سما برادري

سان تعلق رکن ٿا، جيڪي پوءِ مختلف ذاتين ۽ قبيلن ۾ ورهائجي ويا. سما قبيلو اصل ۾ سنڌ جو قبيلو آهي، جنهن جي هڪ جداگانه حيثيت ۽ سڃاڻپ آهي. سما، سنڌ جا حڪمران به رهيا آهن. (10)

<u>لس بيلي جون سنڌي برادريون</u>

لسٻيلو هن وقت بلوچستان صوبي جو حصو آهي، پر ان کان اڳ صدين کان سنڌ ۾ شامل رهيو آهي. قديم زماني کان وٺي برهمڻ گهراڻي جي حڪومت تائين، پوءِ رونجهن، برفت، ڪلهوڙن ۽ ڪوريجن جي حڪومت تائين، ۽ پوءِ اڳتي هلي موجوده وقت تائين، لس ٻيلي جي عام ماڻهن جي مادري زبان سنڌي رهي آهي. (11)

لسٻيلي جا حاڪم سما (سماٹ) رهيا آهن. سما اصل ۾ سنڌ جي هڪ قديم برادري آهي، جيڪا موجوده بلوچستان جي لسٻيلي تي حڪومت به ڪري چڪي آهي. بلوچستان ۾ هي برادري پاڻ کي ڄام سڏائي ٿي. اڄ به اتي سنڌن سرداري قائم آهي.

لسٻيلي ۾ ”ڪوريجا“ قبيلي سن 1742ع کان 1856ع تائين حڪومت قائم ڪئي. يعني 214 سال هن سنڌي برادري لسبيلي تي حڪومت ڪئي. (12) ڪوريجا حاڪمن ”ڄام“ جو لقب اختيار ڪيو. هن خاندان جو آخري والي ڄام غلام قادر هو، جيڪو صوبي بلوچستان جو به پيرا وزيراعلىٰ به رهيو. ون يونٽ ٺهڻ تي لس ٻيلو ضلعي جي شڪل ۾ ڪراچي ڊويزن سان ملايو ويو. پر جڏهن سال 1970ع ۾ ون يونٽ ٽٽو ۽ صوبا بحال ٿيا تڏهن لس ٻيلو ضلعو، نئين ٺهندڙ صوبي بلوچستان ۾ شامل ڪيو ويو.

<u>ڄام</u>

لسٻيلي جي وڏي سنڌي برادري ڄام آهن. جيڪي سمن جي نُک مان آهن. ان سلسلي ۾ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي راءِ آهي ته لسٻيلي جا ڄام غالبن ڪوريجا آهن. جڏهن ته ڪوريجا سنڌ جي سمن جي هڪ شاخ آهن. (13) مانڌڙا برادري به لسٻيلي جي

سنڌي ڳالهائيندڙ برادري آهي. مانڌڙن جا ڪيترائي پاڙا آهن، جن ۾ الهه داداڻي، عارباڻي، بيگاڻي، ايلاڻي، زهراڻي، حاجاڻي، بهراڻي شامل آهن. سنڌن خاص علائقو اٿل آهي.

## رونجها:

سڀ کان اول جنهن سنڌي برادري لس ٻيلي ۾ پنهنجي حڪومت قائم ڪئي، سي رونجها هئا. اٺين صدي هجري (14 صدي عيسوي) ۾ سنڌ اندر سمن جو عروج شروع ٿيو ۽ غالبن ساڳي وقت لس ٻيلي ۾ رونجهن جو اقتدار شروع ٿيو. (14) رونجهن اٽڪل 3 سؤ سال کن هن علائقي تي حڪومت ڪئي ۽ سترهين صدي عيسويءَ جي پوئين اڌ ڌاري سندن حڪومت جي پڄاڻي ٿي. (15) سنڌ مان سمن جي حڪومت ختم ٿيڻ باوجود لسٻيلي تي سما حڪومت ڪندا هئا. (16)

## گونگا

لس ٻيلي ۾ رونجهن کان پوءِ گونگن اقتدار حاصل ڪيو. گونگا لس ٻيلي ۾ وڏا زميندار آهن. (17) گونگا هن وقت لاکڙي واري علائقي ۾ آباد آهن. لسٻيلي تي سنڌي ڳالهائيندڙ برادري ٻاٻڙن جي به حڪمراني رهي. ڄام ٻاٻڙو پهريون سردار هو. جنهن کان پوءِ سندس پونئرن مان ڄام تهاري اقتدار سنڀاليو. جنهن جي اولاد مان بولا خان کي ملڪ جو خطاب مليو. ڊاڪٽر بلوچ موجب ٻاٻڙن جي پڳ سان اصل ۾ هيٺيان قبيلا يا برادريون هيون. ٻاٻڙا، پالاري، حماتي، ٺينگيا، تارا، هيلايا، ٻبر، گندرا. جڏهن ته انهن قبيلن کان سواءِ هيٺيان راڄ به ساڻن گڏ هيا. جن ۾ ڄاڇرا، سومرا، آنا، ڪڏائي ۽ خاصخيلي شامل آهن. ملڪ بولا خان جي وفات کان پوءِ ٻاٻڙن جي جدا پڳ ختم ٿي ۽ پڳداري حملاڻين ۾ آئي. (18)

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ پنهنجي ڪتاب ”ٻيلاين جا ٻول“ ۾ لکي ٿو ته، ”سنڌ جي قومن (برادرين) آڳاٽي وقت کان وٺي لسٻيلي

کي پنهنجو وطن بنايو. بلڪه سنڌ جون قومون لس ٻيلي کان اڳتي وڌي وڃي، بلوچستان جي ڪن علائقن ۾ وڃي آباد ٿيون. ۽ اڄ تائين دودا، شاهھوڪ، بُرباز (حسناڻي جي شاخ)، مردوئي، ساسولي، مانڊڙا وغيره بلوچستان جي حدن اندر آباد آهن. رونجها، گونگا، ڇٽا، صابرا، موندرا، ٻرا، جاموٽ، سيهان، آٿا، راهو، براديا، لنگها ۽ ٻيون سنڌي قومون (برادريون) لس ٻيلي جي حدن اندر آباد آهن. (19)

صابرا

صابرا به لسٻيلي جي سنڌي برادري آهي. هي ذات سومرن جي هڪ شاخ آهي. ڊاڪٽر بلوچ موجب سندن وڏو ڏاڏو خواوڙ مٿي پيڙهيءُ ۾ سنڌ جي سومري حاڪم ڏونگر راءِ سان گڏجي ٿو. (20) لسٻيلي ۾ صابرن جو خاص علائقو ٻيراني (اٿل) آهي. لسٻيلي کان سواءِ صابرا ساراون، جهالاوان، ڪوهياري ۽ باغبان طرف به رهن ٿا. (21)

جاموٽ

جاموٽ به لسٻيلي جي وڏي سنڌي برادري آهي. جاموٽ برادري جا ڪيترائي پاڙا آهن. جن ۾ چنري پوٽا سردار گهر آهي. جاموٽ برادري لسٻيلي ۾ ڊنڊو، گجري، ڪنراچ، شاهه لڪ ۽ وندر ۾ ڪافي تعداد ۾ رهي ٿي.

ساڳي طرح سنڌي ڳالهائيندڙ دودا برادري به سونمياڻي جي علائقي ۾ آباد آهي. سنڌي برادري موچي به اٿل ۾ آباد آهي. هيءُ سنڌ جا سما آهن. ٻئي طرف لسٻيلي ۾ ڪاتيار ۽ ڪوري به سنڌي برادريون آهن. اٿل ۾ سنڌي ڳالهائيندڙ شيخ برادري به رهندڙ آهي. سنڌي برادري ڇٽا به دُريجي واري علائقي ۾ آباد آهي. ڇٽن جا ڪيترائي پاڙا آهن، جن ۾ پوتاڻي، ماڙچا، منٺاڻي، گنجا، اڏڙ، توراني، ڪوري، اوٺماڻي شامل آهن. (22) ٻرا به

لسپيلي جي هڪ سنڌي برادري آهي. جنهن جي نک برفتن سان ملي ٿي.

جڏهن ته سنڌي برادري بڪڪ به دريجي ۽ حب واري علائقي ۾ رهائش پذير آهي. باريچا ذات جي سنڌي برادري لسپيلي جي ڏُريجي واري علائقي ۾ آباد آهي. باريچا موجوده سنڌ جي دادو ضلعي ۾ به آباد آهن. ڊاڪٽر بلوچ موجب لسپيلي ۾ باريچا فقيراڻو گهر ڪري ليکيو ويندو آهي.

## گجر / گرجر (Gujjar)

گجر برادري سنڌو ماٿري جا اصل رهواسي آهي. پاڻ سنڌي، پنجابي ۽ راجستاني ٻولي ڳالهائيندڙ آهن. گجر صدين کان موجوده سنڌ، پنجاب، ڀارت (راجستان) جي مختلف علائقن ۾ موجوده بلوچستان ۾ رهندڙ آهن. بلوچستان ۾ گجرن کي به بلوچي ڳالهائيندڙن طرفان جدگالي (سنڌي ڳالهائيندڙ برادري) ڪوٺيو ويندو آهي. برطانوي تاريخدان بيليو پنهنجي تحقيق ۾ ڄاڻائي ٿو ته سوات جي واديءَ ۽ افغانستان ۾ رهندڙ ”گوجر“، اصل ۾ ”جت“ آهن، جيڪي سنڌو ماٿر جي هيٺين خطي (لاڙ) مان لڏي، اتر ۽ اتر اوڀر ۽ اتر اولهه طرف وڌيا.“ بيليو وڌيڪ لکي ٿو ته، ”جت، ڪٿي ۽ سٿيا، اصل سنڌو ماٿر جا رهاڪو آهن، جيڪي هندو ڪش جبلن ڏانهن لڏي ويا هئا. جڏهن ته افغانستان لڏي وڃي آباد ٿيندڙ جتن کي گوجر سڏيندا آهن.“ هو وڌيڪ لکي ٿو ته، ”جت، ڪٿي ۽ سٿيا، افغانستان ۾ پنجين ۽ ڇهين صدي عيسويءَ ڌاري لڏي آيا، پر هت (افغانستان ۾) هاڻ جتن جي نالي سان ڪوبه قبيلو نه ٿو رهي، اهي هاڻ ”گوجر“ سڏبا آهن.“ (23)

تاريخدان هنٽر جو به چوڻ آهي ته: ”افغانستان ۾ رهندڙ جت، بلاشڪ جتن جي قبيلن سان واسطو رکن ٿا ۽ انهن منجهان آهن. جت جيڪي هاڻ لاهور کان وٺي ڪراچيءَ تائين آباد آهن، ۽ جن جو بڻ بنياد پڻ پنهنجا پار پتا وساري چڪو آهي، انهن جو تعداد وڏي آباديءَ تي مشتمل آهي.“ (24)

## ڪولاچي

بلوچستان ۾ رهندڙ ڪولاچي اصل ۾ سنڌي ڳالهائيندڙ برادري آهن، جيڪا سنڌ سميت بلوچستان ۾ رهائش پذير آهي. سنڌ جي گادي واري شهر ڪراچي جو به پراڻو نالو ''ڪولاچي'' آهي. ڪولاچي به جاٽ قبيلي جو هڪ پاڙو آهي. سنڌ ۾ ڪولاچي نالي سان هڪ برادري يعني ذات به موجود آهي. جنهن ۾ وڏا اديب، آفيسر، ڊاڪٽر ۽ پڙهيل لکيل ماڻهو موجود رهيا آهن. ڪولاچي برادري سنڌ جي مختلف شهرن ۾ رهائش پذير آهي. ميهڙ ۾ به ڪولاچي نالي سان هڪ ذات ۽ يونين ڪائونسل موجود آهي. ساڳي طرح ميهڙ ۽ ڊگهڙي تعلقن ۾ پن ديهن جو نالو به ڪولاچي آهي. ضلعي ميرپور خاص ۾ به هڪ شهر ٽنڊو ڪولاچي نالي سان موجود آهي. لاڙڪاڻي ضلعي جي شهر باڍهه پرسان سيهڙ اسٽيشن جو رهواسي ۽ سنڌ جو قومپرست اڳواڻ ذوالفقار ڪولاچي به انهن ۾ هڪ آهي، پاڻ مختلف قومپرست جماعتن سان سلهاڙيل رهيو آهي. ڪيس 5 مارچ 2011ع تي ڪراچي ۾ سندس گهر تي بم حملي ۾ شهيد ڪيو ويو. ديرا اسماعيل خان ضلعي ۾ ڪولاچي (Kulachi) هڪ شهر جو به نالو آهي. بلوچستان ۾ سنڌي ڳالهائيندڙ ڪولاچي برادري کي به بلوچ برادري قرار ڏنو پيو وڃي. ڪولاچي برادري جي سنڌ ماڻهو بلوچستان ۾ هٿياربند لشڪرن جي خوف سبب پاڻ کي بلوچ سڏائڻ تي مجبور آهن.

## موندرا

موندرا به لسبيلي جي سنڌي برادري آهي. موندرا سونمياڻي ۽ گجري نئن واري علائقي ۾ آباد آهن. موندرا اصل ۾ سومرا آهن. (25) جڏن ته وهرا به موندرن جو هڪ پاڙو آهي. جيڪي سونمياڻي ۽ حب واري علائقي ۾ آباد آهن.

برفت ۽ نومڙيا

برفت ۽ نومڙيا سنڌي قوم سان واسطو رکندڙ برادريون آهن. هي ٻئي برادريون لس ٻيلي سميت موجوده سنڌ ۾ آباد آهن. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ موجب نومڙيا ۽ برفت سنڌ جي سمن جي نسل مان آهن. هي لس ٻيلي سميت موجوده سنڌ جي ٿنڊي باگي ۽ بدين وارن علائقن ۾ آباد آهن. نهڙيا ۽ نومڙيا به ساڳي نسل مان آهن. برفتن تي اهو نالو سندن وڏي ڏاڏي برفت جي نالي تان پيو.

اڄ به لسٻيلي ۾ 70 سيڪڙو ماڻهن جي مادري زبان سنڌي آهي. لسٻيلي جو لوڪ ادب ۽ شاعري سنڌي زبان جو قيمتي سرمايو آهي. هن لهجي ۾ لاڙي لهجي واريون سڀ خصوصيتون موجود آهن. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پنهنجي ڪتاب ”ٻيلاين جا ٻول“ ۾ لکي ٿو ته “لسٻيلي جي ٻولي لاڙي محاوري سان زياده مشابهت رکي ٿي. ان حوالي سان لاسي، سنڌي ٻوليءَ جو هڪ لهجو آهي.” (26) (27) ڊاڪٽر بلوچ لسٻيلي جي سنڌي ٻولي بابت لکي ٿو ته، “لسٻيلي جي عام زبان سنڌي آهي. مگر جنهن تر جو نيپاج، تنهن تر جو رنگ: ٻيلي جي ٻولي تي ٻيلي جي ملڪ ۽ ماحول جو رنگ چڙهيل آهي. جهڙي طرح سنڌ ۾ لاڙ، سري، ٿر ۽ ڪوهستان جي زبانن جا پنهنجا پنهنجا محاورا آهن، تيئن ٻيلي جي به خاص پنهنجي ٻولي آهي.” (28) سنڌي ٻولي جي ڪن خاص ڳرن اچارن کي هلڪو ڪري اچاريندا آهن. “ڌ” کي هلڪو ڪري دال اچاريندا آهن. “جهه” کي “ج” ۽ “و” کي “ٻ” سان بدلائي ڇڏيندا آهن. اهڙي طرح ڪٿي “ي” کي “ج” ۾ تبديل ڪندا آهن.

<u>ڪيتراني</u>

بلوچستان ۾ بولان کان وٺي لسٻيلي تائين سنڌي ڳالهائيندڙ آباد آهن. جڏهن ته بارکان ضلعي ۾ 100 سيڪڙو سنڌي آبادي رهندڙ آهي. جيڪي پاڻ کي ڪيتران سڏائين ٿا ۽ انهن جا ايم اين اي، ايم پي اي به سنڌي ڳالهائڻ وارا ڪيتران آهن. ان علائقي ۾ سنڌي ٻوليءَ جي لهجي کي ڪيتراني چيو وڃي ٿو. ڪيتران ۾

ڪلاسيڪل شاعر خميسو شاهه سنڌي ٻولي ڳالهائيندڙ شاعر رهيو آهي. سندس وايون ۽ ڪافيون ڪيتراني سنڌي لهجي ۾ ڳايل آهن. (29)

## لسٻيلي جي سنڌياڻي عورت حڪمران ملڪ چاڳلي

لسٻيلي تي سنڌي ڳالهائيندڙ برادري ڄامن جي حڪومت دوران هڪ سنڌي عورت به حڪمران ٿي. لسٻيلي جي حاڪم ڄام پهاڙ خان جي وفات بعد سندس گهر واري مائي چاڳلي اقتدار سنڀاليو. جنهن وقت ڄام پهاڙ وفات ڪئي ته سندس پٽ عزت خان 7 سالن جو هيو. جنهن ڪري اقتدار تي ڄام جي گهرواري ڪي وهاريو ويو. مائي چاڳلي وڏي همت ۽ بردباري سان حڪومت هلائي پر لسٻيلي جي سردارن هڪ عورت جي حڪمراني ڪي برداشت نه ڪيو. ڪنراچ جي ڪونرجي ڄام عالي اقتدار تي قبضو ڪري ورتو.

مائي چاڳلي جي حڪومت بابت ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لکي ٿو ته، ”ملڪ مائي چاڳلي ملڪ جي حڪومت نهايت دانائي سان هلائي. پورالي ندي جي پاڻي جو انتظام ڪري زراعت ۽ آبادي ڪي وڌايائين. اهڙي سهڻي انتظام سان ملڪ ۾ خوشحالي ٿي ۽ خزاني ۾ پئسو آيو ۽ ملڪ چاڳلي خود خيال ٿي حڪومت هلائڻ لڳي. پورالي جي پاڻي ۽ انتظام جي لحاظ سان عوام ۾ مثل مشهور ٿيو ته:

”پُورالي اٿس پار، تڏ چاڳلي ٿي چاڳ ڪري.“

ملڪ مائي چاڳلي جي خود خيال حڪومت سببان ڪن پاڙيسري سردارن ڪي حسد ٿيڻ لڳو ۽ خار وچان چوڻ لڳا ته،

”ڏاڙهي ڪانهي ڏيهه ۾، تڏ چاڳلي ٿي چاڳ ڪري“

ملڪ مائي چاڳلي جي حڪومت جو ڪاروبار اڪثر رونجهن جي معرفت هلندڙ هو. ان وقت ”ڪنراچ“ علائقي ۾ ڄاموٽ قوم جي سردار ڄام عالي ڪٿوريي ولد ڄام رينا عالياڻي جي سرداري هئي. سندس ڀاءُ ڄام ٻگار ڪي رونجهن، ٻيلي جي

ويجهو ”نانگ ٻيه“ وٽ نماز پڙهندي شهيد ڪري ڇڏيو. انهيءَ خون جي عيوض چام عالي، ملڪ چاڳلي کي ٻيلي مان ٻي دخل ڪري، حڪومت جي واڳ سنڀالڻ جو ارادو ڪيو.

چام عالي ۽ ٻين چاموٽن ڏٺو ته قلات جو حاڪم مير محبت خان پڻ ملڪ چاڳلي کان ناراض آهي. سو وفد ڪري مير محبت وٽ پهتا ۽ دانهن ڏنائونس. مير محبت کانئن پڇيو ته ”ٻيلي جي حڪومت ڪيئن وڃي؟“ هنن چيو ته اوهان مهرباني ڪري ”وڏ“ اچو ته اسان چاڳلي کي بيخبري ۾ شهر کان ٻاهر ڪڍي، ”ٻيلو“ اوهان حوالي ڪريون. بالاخر مير محبت صلاح ڪري آخوند محمد حيات کي لشڪر ڏيئي روانو ڪيو. جنهن سان گڏجي چام عالي پنهنجو لشڪر وٺي ٻارڻ جبل ٽپي ٻيلي جي حد ۾ داخل ٿيو، چام عالي صبح ساڻ اوچتو ٻيلي جي شهر تي حملو ڪيو. هن اوچتي حملي سببان ملڪ چاڳلي جي هار ٿي ۽ چام عالي ٻنپهرن ڏاري ملڪ چاڳلي کي شهر مان هڪالي ڪڍيو. ان بعد آخوند محمد حيات اچي ٻيلي ۾ چانوٽي هنئي. اهو سال 1155 هه / 1742ع هو. (30)

ملڪ مائي چاڳلي هڪ وڏي سچاڻ خاتون هئي. سنڌ ۾ سندس واسطي وڏي عزت هئي. جنهن بعد مائي چاڳلي پنهنجي معصوم پٽ سان لسٻيلو ڇڏي ڪوتڙي ۾ ٻارڻ واري جاگير ۾ اچي رهائش اختيار ڪئي. لس جي هن عورت حڪمران ڪوتڙي لڳ پنهنجي جاگير ۾ ئي حياتي جا ڏينهن پورا ڪيا. (31) ان سسلي ۾ ڊاڪٽر غلام علي الانا لکي ٿو ته، ”مائي چاڳلي 1214هه (1794ع) ۾ وفات ڪيائي. کيس ڪوتڙي جي پر ۾ ملڪن جي قبرستان ۾ مٽيءَ ماءُ حوالي ڪيو ويو. (32)، (33) اهو مقام ڪوتڙي شهر کان ٻه ميل اولهه طرف ڪوتڙي حيدرآباد واري روڊ لڳ ڏکڻ طرف آهي. عزت خان ۽ ٻيا ملڪ پڻ هن مقام ۾ مدفون آهن.

<u>حوالا ۽ سمجهاڻيون</u>

(1) شيدائي، رحيم دادا مولائي، تاريخ تمدن سنڌ، ڄامشورو، ص نمبر 579

(2) شيدائي، رحيم دادا مولائي، مضمون، ٽماهي مهراڻ، ڄامشورو، اپريل-سيپٽمبر 1961ع

(3) بروهي، داد محمد خادم، ”بلوچستان ۾ سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جو اڀياس“، حيدرآباد، 2012ع، ص: 13-16

(4) Spooner, Brian. "Baluchistan – Geography, History and Ethnography".

(5) https://repository.upenn.edu/anthro_papers/127

(6) https://www.academia.edu/73051510/Baluchistan_Geography_History_and_Ethnography

(7) To view this entry online, visit http://www.iranicaonline.org/articles/baluchistan-i.

(8) الانا، غلام علي، ڊاڪٽر، ”سنڌي ٻوليءَ جي لساني جاگرافي“، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، 1979ع، ص 89.

(9) بروهي، داد محمد خادم، ”بلوچستان ۾ سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جو اڀياس“، حيدرآباد، 2012ع، ص: 12

(10) Weekes, Richard V. (1984). Muslims Peoples: A World Ethnographic Survey; Second Edition, Revised and Expanded (Second ed.). Westport, Conn: Greenwood Press. p. 685.

(11) Jones, Allen Keith (2003). Politics in Sindh, 1907 - 1940: Muslim identity and the demand for Pakistan. Oxford: Oxford University Press. p. 4.

(12) Hussain, Ghulam (2 October 2022). "The politics of metaphor: traces of casteism and patriarchy in the work of Shah Abdul Latif". *Post colonial  Studies*. **25**, Routledge: 469–488.

(13) ڀُٽ، الهرڪيو، سماٽ، گلشن پبليڪشن حيدرآباد، 2003ع

(14) Grierson H.E., Linguistic Survey of India, Vol: VIII.

(15) الانا، غلام علي، ڊاڪٽر، ”سنڌي ٻوليءَ جي لساني جاگرافي“، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، 1979ع، ص 87-88

(16) بلوچ، نبي بخش، ڀيلاين جا ٻول، ثقافت کاتو، حڪومت سنڌ، ڪراچي، 2014ع ص: 65

(17) بلوچ، نبي بخش، ڀيلاين جا ٻول، ثقافت کاتو، حڪومت سنڌ، ڪراچي، 2014ع ص: 57

(18) الانا، غلام علي، ڊاڪٽر، ”سنڌي ٻوليءَ جي لساني جاگرافي“، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، 1979ع، ص 87

(19) بروهي، داد محمد ’خادم، “بلوچستان ۾ سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جو اڀياس”، حيدرآباد، 2012ع، باب ٻيون

(20) بلوچ، نبي بخش، ڀيلاين جا ٻول، ثقافت کاتو، حڪومت سنڌ، ڪراچي، 2014ع ص: 58

(21) بلوچ، نبي بخش، ڀيلاين جا ٻول، ثقافت کاتو، حڪومت سنڌ، ڪراچي، 2014ع ص: 64 – 65

(22) بلوچ، نبي بخش، ڀيلاين جا ٻول، ثقافت کاتو، حڪومت سنڌ، ڪراچي، 2014ع ص: 56

(23) بلوچ، نبي بخش، ڀيلاين جا ٻول، ثقافت کاتو، حڪومت سنڌ، ڪراچي، 2014ع ص: 68

(24) الانا، غلام علي، سنڌي ٻولي جي لساني جاگرافي، ڄامشورو، 1979ع ص: 91

(25) بلوچ، نبي بخش، بيلاين جا ٻول، ثقافت کاتو، حڪومت سنڌ، ڪراچي، 2014ع ص: 75-77
(26) Bellew, H.W, The Races of Afghanistan, Lahore, 1979 P: 65
(27) Hunter, W. M. Imperial Ghazetteer of India Vol: IX, Second edition, 1881, P: 44
(28) شيدائي، رحيم داد مولائي، تاريخ بلوچستان، بلوچ سيريز، حوالو ڏنو ويو آهي، ص 61.
(29) https://sd.wikipedia.org/wiki/
(30) بلوچ، نبي بخش، بيلاين جا ٻول، ثقافت کاتو، حڪومت سنڌ، ڪراچي، 2014ع ص: 85
(31) بلوچ، نبي بخش، بيلاين جا ٻول، ثقافت کاتو، حڪومت سنڌ، ڪراچي، 2014ع ص: 85
(32) پٺاڻ، آغا نور محمد، رنج ۾ رڙيون، بارڪان ۾ سنڌين سان هڪ شام، عوامي آواز ڪراچي، 23 آڪٽوبر 2016ع مقالو، فيس بوڪ آغا نور محمد پٺاڻ جي وال تان، 24 آڪٽوبر 2020ع
(33) بلوچ، نبي بخش، بيلاين جا ٻول، ثقافت کاتو، حڪومت سنڌ، ڪراچي، 2014ع ص: 63-64
(34) بلوچ، نبي بخش، بيلاين جا ٻول، ثقافت کاتو، حڪومت سنڌ، ڪراچي، 2014ع ص: 36-38
(35) بلوچ، نبي بخش، بيلاين جا ٻول، ٻيو ڇاپو، 23.
(36) الانا، غلام علي، سنڌي ٻولي جي لساني جاگرافي، ڄامشورو، 1979ع ، ص: 89-90

باب ڏهون

## جت، جاٽ، جدگال

جت هڪ وڏو نسلي گروهه آهي، جيڪو جت، جٽ، جاٽ، جدگال، زَط ۽ جهڙي جي نالي سان به سڃاتو وڃي ٿو. سنڌي ڳالهائيندڙ ماڻهن جو هي گروهه موجوده سنڌ، پنجاب، بلوچستان سميت پاڪستان کان ٻاهر گجرات، راجسٿان، ايران سميت مختلف علائقن ۾ رهائش پذير آهي. بلوچستان ۾ جدگال صدين کان رهندڙ آهن ۽ اتان جا اصلوڪا رهواسي آهن. جدگال نسلي طور سنڌي آهن ۽ سندن ٻولي جدگالي سنڌي ٻولي جو هڪ لهجو آهي. جدگالي برادري سنڌ ۽ پاڪستاني بلوچستان سميت ايراني بلوچستان ۽ اومان ۾ به رهندڙ آهن. (1) (2) هي اصل ۾ سنڌي برادري جت آهن، پر بلوچستان ۾ کين جدگال جو نالو ڏنو ويو. جنهن جو مطلب آهي، جد (جت) ۽ گال (ڳالهائيندڙ) يعني جتڪي ڳالهائيندڙ ماڻهو. بلوچ تاريخدانن جدگالي لفظ اصل ۾ مڪران جي اصل رهواسي سنڌي ڳالهائيندڙن ۽ سندن ٻولي لاءِ استعمال ڪيو. جدگال بلوچستان جي گوادر، مڪران، ٻيلا ۽ پنجگور سميت ٻين علائقن ۾ رهائش رکندڙ آهن. (3) بلوچستان ۾ جدگال لفظ اصلوڪن سنڌين ۽ بلوچن وچ ۾ فرق ڪي سمجهڻ لاءِ به استعمال ڪيو ويندو آهي. (4) جڏهن عربن سنڌ تي حملا ڪيا ته جدگال مڪران جي ڪناري تي رهندڙ هئا ۽ هو عربن سان منهن مقابل ٿيا. (5) 1998ع جي آدمشماري موجب پاڪستان ۾ هڪ لک ماڻهو سنڌي ٻولي جو جدگالي لهجو ڳالهائيندڙ هيا. (6) ڪجهه ٻولي ماهرن موجب لسپيلي جي سنڌي برادري لاسين جي لهجي جو تعلق به جدگالي لهجي سان آهي. يعني سنڌي ٻولي جا ٻئي لهجا لاسي ۽ جدگالي هڪ ٻئي جي ويجهو آهن. (7)

جت يا جاٽ سنڌ جا اصلوڪا رهواسي ۽ سنڌي ڳالهائيندڙ برادري آهي. (8) (9) (10) بلوچستان ۾ رهندڙ جاٽ به سنڌي ٻولي ڳالهائيندڙ برادري ۽ اتان جا اصلوڪا رهواسي آهن. سنڌ جي جت برادري 3 وڏيڪ ننڍين برادرين ۾ ورهايل آهي. هڪ لاڙائي جت، جن جا وڏا ماضيءُ ۾ اٺ چاريندا هئا. سندن زبان جتڪي سنڌي ٻولي جو پراڻو لهجو آهي. هي سنڌ جي لاڙ واري علائقي ۾ رهندڙ آهن. (11) هي برادري شاهه لطيف جي شاعري ۾ تمام گهڻي دلچسپي رکندي آهي ۽ گهڻا ماڻهو پٽ ڌڻي جي شاعري جا ياد حافظ آهن. جڏهن ته جتن جي هڪ برادري سنڌ جي چولي واري علائقي ۾ رهندڙ آهي. (12) جڏهن ته هڪ برادري سرائي جت سڏبا آهن.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سنڌ جي جتن کي بلوچ قرار ڏئي ٿو. هن ان ڏس ۾ هڪ ڪتاب ”جتڪي ٻولي“ لکيو. جنهن ۾ سندس راءِ آهي ته، ”ٻين بلوچ قبيلن وانگر، جت قبيلا به ايران کان آيا، پر اهي ٻين سڀني کان صديون اڳ ۾ سنڌ ۾ آيا ۽ سنڌ جا ٿي ويا. سندن سماجي نظام به بلوچن وارو سرداري قبائلي نظام آهي، ۽ انهيءَ نظام ۾ به هو ٻين بلوچ قبيلن سان ڀائيچاري ۾ آهن..... جتن بلوچن جي جت نالي کي سمجهڻ ۾ ٻاهرين لکندڙن کان غلطيون ٿيون آهن. چاڪاڻ جو ٻيا قبيلائي نالا جهڙوڪ: جاٽ ۽ جٽ، جت نالي سان ملن ٿا، پر انهن ۾ فرق ڪرڻ ضرري آهي.“ (13) تاريخدانن جي اڪثريت ڊاڪٽر بلوچ جي ان راءِ سان سهمت نه آهي، محقق ان معاملي تي نبي بخش بلوچ تي نسلي عصبيت جو به الزام عائد ڪن ٿا. چاڪاڻ ته ڊاڪٽر بلوچ سنڌ جي تاريخ لکندي بنا ڪنهن ٺوس ثبوتن جي سنڌ جي ڪيترين ئي ذاتين، برادرين ۽ شخصيتن کي بلوچ قرار ڏيندو رهيو آهي. ان ڏس ۾ چام ننڌي جي فوجي سپهه سالار دولهه دريا خان کي ڊاڪٽر بلوچ طرفان بنا ڪنهن ثبوت جي لاشاري ذات جو قرار ڏيڻ تي به تنقيد جو نشانو بڻايو پيو وڃي.

ڊاڪٽر غلام علي الانا پنهنجي مقالي: ”جت قوم، ان جي تاريخ، سنڌ ثقافت ۾ انهن جي ڪردار جو اڀياس“ ۾ مختلف ناميارن محققن جهڙوڪ: پارت جي عالم ڪالڪا رنجن

ڪانونگو، ڪرنل ٽاڊ، بيليو ، هنٽر ، ائٽڪن ، ڊاڪٽر ذيگرڊ ويسٽ فال ، ڊاڪٽر هينز ويسٽ فال ۽ ايليٽ جي حوالن سان لکي ٿو، ته جت اصلوڪا ڏکڻ سنڌ جا رهاڪو لوڪ آهن، جيڪي پوءِ ڪن سببن جي ڪري، لڏپلاڻ ڪندا، ڌرتيءَ جي گهڻن ملڪن ۾پکڙجي ويا. (14) (15)

قلات جي والي مير احمد يار خان جي راءِ موجب، جدگال، بلوچستان واري علائقي ۾، بلوچ قبيلن کان اڳ آباد ٿيا هئا. هو لکي ٿو: ”اها مجيل حقيقت آهي ته بلوچ قبيلا، بلوچستان جا اصلوڪا رهاڪو نه آهن، پر مڪران ۽ بلوچستان ۾ بلوچ قبيلن چوٿين صدي عيسويءَ کان اچڻ شروع ڪيو.“ (16) (17)

ساڳي طرح برطانوي اينٿروپلاجسٽ هينري والٽر بيليو جتن کي بلوچ قرار نه ٿو ڏئي. هو پنهنجي ڪتاب ”دي ريسز آف افغانستان“ ۾ لکي ٿو ته، ”جت، سنڌو ماٿر جي هيٺئين خطي (لاڙ) جا اصلوڪا رهاڪو آهن ۽ هت ڪٿان به ٻاهران ڪونه آيا، بلڪ هتان ئي ٻين پاسن طرف پکڙيا.“ (18)

جتن جي باري ۾ جرمن ماهرن ۽ محققن، ڊاڪٽر زيگ ويسٽ فال ۽ سندس زال ڊاڪٽر هائينز ويسٽ فال جي راءِ پڻ وڏي اهميت واري آهي. هنن ٻنهي ماهرن، جتن جي اصل نسل ۽ حسب نسب توڙي لڏپلاڻ جي باري ۾ وڏي جاکوڙ ڪري تحقيقي رپورٽ لکي آهي. هنن هن سلسلي ۾ جرمنيءَ کان جتن جا اُبتا پيرا کنيا ۽ مصر، اُردن، عراق، ايران، افغانستان، بلوچستان، خيبرپختون خواهه، لسٻيلي، پنجاب، ڪوهستان، اُتر سنڌ، لاڙ، ڪڇ ۽ راجسٿان ۾ جتن جي لڏپلاڻ وارا ماڳ ۽ مڪان ڏٺا، اُنهن جا پار پتا پڇيا. انهيءَ تحقيق جي آڌار تي هو لکن ٿا ته، ”جت برادري قديم سنڌ ۾، اسلام جي ظهور کان اڳ، لاڙ واري حصي، ڪڇ ۽ راجسٿان ۾ آباد هئي. هن برادري جا مختلف قبيلا ۽ پاڙا، اسلام جي سنڌ ۾ آمد کان اڳ، سنڌ مان لڏي بلوچستان، لس ٻيلي جي رياست، قلات جي رياست، ايران، عراق، اردن، عربستان ۽ اڃا به اڳتي وڏي وچي آباد ٿيا.“ (19) (20)

جتن کي عرب ”زط“ ۽ بلوچ ”جدگال“ سڏين ٿا. مولائي شيدائي عرب تاريخدانن جي ريفرنس سان لکي ٿو ته، ”ترمذي باب الامثال ۾ بيان آهي ته حضور پاڪ صه جي صحبت ۾ عبدالله بن مسعود هڪ خاص شڪل واري جماعت ڏٺي هئي، جا جتن وانگر هئي. بقول طبري جنگ جمل وقت بصره جو خزانو حضرت علي رضه جتن جي نگراني ۾ رکيو هو.“ (21)

ناميارو تاريخدان ڊاڪٽر الهه رکيو ٻٽ جتن بابت لکي ٿو ته، ”قديم دور ۾ سنڌوندي جي ڪناري تي 2 قومون (برادريون) رهنديون هيون. جن ۾ هڪڙي جاٽ ته ٻي ميد هئي. هندن جي قديم مذهبي ڪتابن رامائڻ ۽ مهاڀارت ۾ ميدن ۽ جاٽن جو ذڪر ملي ٿو. .. ”جاٽ“ لفظ ماڻهن جي زبانن تان ڦرندي ڦرندي ”جت“ ٿي ويو. انهيءَ قوم (برادري) جا ماڻهو اڄ به سنڌ ۾ وڏي تعداد ۾ موجود آهن ۽ اڄ به ساڳيو ڌنڌو ڪن ٿا. يعني لاڏو ۽ سواري جي اُٺن تي ڀاڙا ڪٽي پيٽ قوت ڪن ٿا. ريلوي ۽ موٽرن وغيره جي جاري ٿيڻ کان پوءِ اهي ماڻهو گهڻو ڪري کيتي ۽ مزدوري وغيره ڪرڻ لڳا آهن. مسلمانن ۾ ”ميرجت“ ان قوم (برادري) جو سڌريل نالو آهي. هندن ۾ ان قوم وارا ماڻهو ”جٽيا“ سڏجن ٿا. يعني کلن رڱڻ ۽ جتين ٺاهڻ جو ڪم ڪن ٿا. (22) ان ڪري تاريخي ثبوتن جي آڌار تي جت، جدگال، جٽ هڪ ئي سنڌي برادري آهي. هيءُ برادري سنڌي قوم جو اڻٽٽ حصو آهي. جت نه صرف قديم دور ۾ موجوده سنڌ پر ڪڇ، ڪاٺياواڙ، پنجاب، موجوده بلوچستان يعني سنڌو ماٿري جي سرحدن اندر رهندا هئا. جتان ئي هو لڏپلاڻ ڪري افغانستان، ايران ۽ ٻين عرب ملڪن طرف ويا. هنن جتي به رهائش اختيار ڪئي، اتي پنهنجي سنڌي سڃاڻپ کي برقرار رکيو. سندن ماءُ ٻولي سنڌي ۾ وقت گذرڻ سان تبديليون اينديون رهيون آهن ۽ سندن ٻولي ٻين ٻولين جو اثر قبول ڪيو آهي. لهجا به بدلايا پر اڄ به هنن جي زبان مان نڪرندڙ لفظ سنڌي ٻولي جي ساک ڀرين ٿا.

حوالا ۽ سمجهاڻيون


(1) Jahani, Carina; Korn, Agnes; Gren-Eklund, Gunilla (2003). The Baloch and Their Neighbours: Ethnic and Linguistic Contact in Balochistan in Historical and Modern Times. Reichert. P. 172.

(2) "Pakistan Economist". October 1975.

(3) *Illustrated Weekly of Pakistan. Pakistan Herald Publications. 1964. P. 30. Jadgals who migrated from Sind via Bela to Panjgur.*

(4) Field, Henry (1970). *Contributions to the Physical Anthropology of the Peoples of India*. Field Research Projects. P. 197.

(5) Wink, André (2002). Al-Hind, the Making of the Indo-Islamic World: Early Medieval India and the Expansion of Islam 7Th-11th Centuries.

(6) ScholarlyCommons :: Home". Repository.upenn.edu. Retrieved 2023-06-30.

(7) Delforooz, Behrooz Barjasteh (2008). "A sociolinguistic survey among the Jagdal in Iranian Balochistan". In Jahani, Carina; Korn, Agnes; Titus, Paul Brian (eds.). *The Baloch and others: linguistic, historical and socio-political perspectives on pluralism in Balochistan*. Wiesbaden: Reichert Verlag. pp. 27-28, 23–44. See also:

Jahani, Carina; Korn, Agnes; Titus, Paul Brian (2008). The Baloch and Others: Linguistic, Historical and Socio-political Perspectives on Pluralism in Balochistan. Reichert Verlag. p. 28.

(8) Butt, Allah Rakhio (1998). Papers on Sindhi Language & Linguistics. Institute of Sindhology, University of Sindh. p. 280

(9) Khushalani, Gobind (2006). Chachnamah Retold : An Account Of The Arab Conquest Of Sindh. Bibliophile South Asia.

(10) Allānā, G͟hulām ʻAlī (1986). Sindi Culture: A Preliminary Survey. Indus Publications. pp. 3 and 100.

(11) Cheesman, David (2013-12-16). Landlord Power and Rural Indebtedness in Colonial Sind. New Delhi, India, Asia: Routledge. p. 36.

(12) Pirzada, Din Ali (1995). Growth of Muslim Nationalism in Sindh: Parting of Ways to Pakistan. Mehran Publishers.

(13) بلوچ، نبي بخش، جتڪي ٻولي، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 2003ع، ص: 9-10

(14) شيدائي، رحيمداد خان مولائي، سنڌ ۾ رهندڙ بلوچ قبيلا، سنڌي ادبي بورڊ چامشورو، 2020ع ص: 34-35

(15) ڀٽ، الهه رکيو، سماٽ، حيدرآباد، لاڙڪاڻو، 2003ع، ص: 22-26

(16) شيخ، محمد سومار، لاڙ جا ماڳ مڪان، سنڌي ادبي بورڊ، چامشورو، 2019ع، ص: 21

(17) الانا، غلام علي، لاڙ جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ، انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي ڄامشورو، 1977ع
(18) Autobiography Mir Ahmed Yar Khan, "Inside Balochistan" Karachi, 1975
(19) شيخ، محمد سومار، لاڙ جا ماڳ مڪان، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2019ع، ص: 21
(20) Bellew, H.W, The Races of Afghanistan, Lahore, 1979 P: 02
(21) Westphal, Sigrid & Heinz Westphal, Jats of Pakistan, Berlin, Duneker and Humbort, 1964, P. 97
(22) شيخ، محمد سومار، لاڙ جا ماڳ مڪان، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2019ع، ص: 21

باب يارنهون

# ايران جا سنڌي جدگال

ايران جي ڏکڻ اوڀر وارن علائقن دشتياري ( Dashtyari) ۽ چابهار (Chabahar) ۾ سنڌي برادريون جدگال ۽ جپسي (رومانوي) هزارين سالن کان آباد آهن. دشتياري جو علائقو ايران جي سيستان بلوچستان صوبي ۾ آهي. دشتياري کي 2018ع ۾ انتظامي طور چابهار ڪائونٽي کان الڳ ضلعي جي حيثيت ڏني وئي. هن علائقي ۾ وڏي انگ ۾ سنڌي برادريون رهندڙ آهن. (1) جيڪي سنڌو ماٿري مان لڏپلاڻ ڪري اتي وڃي آباد ٿيا. بلوچي ٻولي ۾ جدگالي انهن ماڻهن کي ڪوٺيو ويند آهي. جيڪي جتڪي زبان ڳالهائيندا آهن. جنهن جي معنى آهي. جد (جت) گالي (ڳالهائيندڙ). اهڙي طرح جتڪي ڳالهائيندڙن کي جدگالي سڏيو ويندو آهي. جدگالي ڪا هڪ برادري ناهي پر بلوچستان ۾ رهندڙ هر سنڌي برادري کي جدگالي قرار ڏنو ويندو آهي. ان ڪري ”جدگالي“ ٽرم کي وسيع مفهوم ۾ سمجهڻ گهرجي.

جدگالي قديم سنڌي جت آهن ۽ چيو وڃي ٿو ته صدين کان اتي آباد آهن ۽ ان ڪري انهن جي ٻولي کي جدڳالي سڏيو وڃي ٿو.(2) ايران ۾ جدگالين کي سردارزهي به ( Sardarzahi) سڏيو ويندو آهي. ايران جي 2008ع جي آدمشماري موجب اتي 25 هزار جدگال رهندڙ آهن.(3) جيڪي ايران جي سيستان، ڪرمان، هرموزگان ۽ ايراني بلوچستان وارن علائقن ۾ رهندڙ آهن. (4) (5)

جيئن ته اسان مٿي ذڪر ڪري آيا آهيون ته جدگال ڪنهن هڪ سنڌي برادري جو نالو ناهي، پر ان ۾ مختلف سنڌي برادريون شامل آهن. جن ۾ اڱاريا، مانڊڻا، ٻُرا، گنگا، رونجها، مسور، شيخ ، صابرا ۽ سومرا سميت ٻيون سنڌي برادريون شامل آهن. سڀ برادريون پاڻ کي جدگال نه سڏائينديون هيون، پر بلوچي ڳالهائيندڙ انهن کي جدگال (جدا گال) يعني غير بلوچي ڳالهائيندڙ

سڏيندا هئا، جدگال برادريون پاڻ کي گڏيل طور تي نِمَڙ به سڏائين ٿا.

ايران جي سيستان ۽ بلوچستان صوبي ۾ جدگالن جو هڪ خاندان سڏا زهي (سڏاڻي) دشتياريءَ جو حاڪم هو، سندن مختلف علائقن ۾ جنگي ۽ دفاعي قلعا هئا، جن ۾ پائو جو قلعو جيڪو پائوءَ جي نئين (ندي) وٽ هو، ٻيو ديرماڻ جو قلعو جيڪو تلانگ ۾ هو، ان کان سواءِ ٻين مختلف جاين تي سندن قلعا ۽ مورچہ ٺهيل هئا. جهڙوڪ پونو ۾ فتح علي قلات جيڪو خانزئي قبيلي جي هٿ هيٺ هو، ۽ اهي خانزهي پونو جا مير سڏجن ٿا، جيڪي اصل ۾ سرڪوب جي علائقي جا رهواسي جدگال آهن.

دشتياريءَ تي جدگالن جي حڪمراني ايران جي شهنشاه محمد رضا پهلويءَ جي والد شاه رضا خان (جنم 15 مارچ 1878ع- وفات 26 جولاءِ 1944ع) جي دور تائين قائم رهي. ان کان اڳ به ايران جي حڪمرانن ۽ جدگالين ۾ ويڙهيون هلنديون رهيون. ايرانين ڪڏهن به جدگالين جي ان علائقي ۾ الڳ حڪمراني کي قبول نه ڪيو. (6) (7)

جدگالن مان جيڪي جدگال مسقط عُمان ۾ رهن ٿا سي عمان جي وڏن وڏن عهدن تي فائز آهن. جهڙوڪ: پوليس جو اڳوڻو سربراه ميجر لشڪران بن شاه بيگ الزدجالي جيڪو لڳ ڀڳ 60 سالن تائين پوليس آفيسر رهيو، سندس عمر 110 کان وڌيڪ هئي. هو 3 سلطانن جي حڪومت واري دور ۾ ان عهدي تي رهيو. سلطان قابوس بن سعيد جي لکيل عماني شرفاءَ جي تعارفي ڪتاب ۾ ميجر لشڪران بن شاه بيگ الزدجالي جو نالو سڀ کان پهريون لکيو ويو آهي. لشڪران کي شاه لطيف جي شاعريءَ جي بہ گهڻي ڄاڻ هئي. ان کان سواءِ سلطان قابوس جي رائل گارڊ جو سربراه ميران بن سبيل الزدجالي (جدگال) هو، جنهن جو سمورو خاندان جدگالي ڳالهائي ٿو ۽ سندس سلسلو ديرماڻ سان آهي.

<u>دشتياريءَ جا جدگال مير</u>

مڪران جي جدگال ميرن ۾ هڪڙا خان زئي (خاڻاڻي) آهن، جيڪي پونو جي فتح علي ڪوٽ ۾ رهن ٿا ۽ ٻيا اميري جيڪي ديرماڻ ۽ تلانگ ۾ رهن ٿا. انهن ٻنهي مير خاندانن جي سڌاڻين سان سڱاوتي ۽ مائٽي آهي. خانزئين جو دفاعي قلعو پونو ۾ فتح علي قلات جي نالي سان هو. پونوءَ جي طاقتور ميرن ۾ آخري مير نوازاڻ (نواز خان) خانزهي هو ۽ ايران سان ٿيل جنگ وارن ڏينهن ۾ مير نوازاڻ جا ٻار ٻچا پائو قلات کان پائوءَ واري نئين (ندي) ٽپي هينئروڪي مَندِ سُروءَ کان ٿيندا لسٻيلي کان سنڌ ۾ داخل ٿيا هئا. ان قافلي جو اڳواڻ مير نوازاڻ جو پٽ مير نواب خانزهي هو، جنهن خانزهي قبيلي جي ٻارن ٻچن کي وقتي طور تي سنڌ جي مختلف علائقن ۾ رهائش لاءِ پکيڙي ڇڏيو. انهن مان مير عيسيٰ خانزئي، مير موسيٰ خانزئي ۽ مير داد محمد سڌوزئيءَ جو اولاد گهڻ ڏينهن تائين ملير ۾ درساڻي چني جي درمحمد ڳوٺ ۾ رهيو.

مير نوازاڻ (مير نواز خان) کي مير نواب ۽ مير چراغ نالي ٻه پٽ هئا. ايرن ۾ جنگين سبب مير نوازاڻ جو پٽ مير نواب جيڪو پنهنجي خاندان جي عورتن ۽ ٻارن جي قافلي کي سنڌ وٺي آيو هو، تنهن کي واپسيءَ ۾ محمد نالي سندس ئي ٻاڊي گارڊ پائو نديءَ ۾ قتل ڪري ڇڏيو. جڏهن مير نوازاڻ کي خبر پئي ته ان گارڊ محمد کي فتح علي قلات ۾ هڪ ڪاٺ جي ٿنڀ ۾ ٻڌي ڇڪَ مِٽي ۾ رڍن ۽ ٻڪرين جي ڌاس (وار) وجهي پاڻيءَ ۾ مِلائي کيس جيئرو ئي دفن ڪرائي ڇڏيو هو، بعد ۾ ان جي لاش کي ٻئي هنڌ دفن ڪرايو ويو. گهڻا جدگال اڄان تائين اتي فتح علي قلات ۾ رهن ٿا، سندن هوتن، بليدين، سيسادين، گورگيچين. گچڪين ۽ ٻين برادرين سان سڱاوتي ۽ مائٽي آهي، جيڪا نيڪ شهر، قصرقند ۽ چانپ تائين به پکڙيل آهي. جنهن ڪري هاڻي ڪئي جدگال بلوچي ڳالهائين ٿا. جهڙوڪ: سردار حميد الله سردار زهي جدگال سردار هوندي به عام طور تي بلوچي ٻولي ڳالهائيندو هو ۽ بلوچي شاعري به ڪندو هو.

بحرين جي عربي ڪتاب ”تاريخ خليج“ ۾ تفصيلي طور تي دشتياريءَ جو ذڪر موجود آهي، جيڪو بحرين جي حاڪم

خليفي عيسىٰ بن سليمان الخليفہ جي حڪم تي لکيو ويو آهي. ان ڪتاب ۾ دشتياريءَ کي بحرين جو حصو ڄاڻايو ويو آهي ۽ اتي جي حاڪمن کي بحرين جو ڊِل پرينڊڙ لکيو ويو آهي. عربي ڪتاب ”تاريخ خليج“ بالامر خليفہ عيسىٰ بن سليمان الخليفہ. جو ترجمو سلطان قابوس لائبريري مسقط ۾ موجود آهي.

جڏهن ته ايران ۾ جدگالي بابت هڪ ڪتاب ”توصيف جامع زبان جدگالي“ فارسي ۾ شايع ٿيو آهي. (8) ايران ۾ جدگالي بابت ڇپيل ڪتاب جي تعارف ۾ لکيل آهي ته، ”اها تحقيق 2013ع کان وٺي ايران جي ڏکڻ اوڀر واري علائقي چابهار شهر ۽ ان جي پرپاسي وارن علائقن ۾ مڪران سمنڊ جي ڪناري تي ڪئي وئي آهي، جنهن ۾ ”دشتياري“ ۽ ”پلان“ سيڪشن شامل آهن. ”جدگالي“ ٻولي سيستان بلوچستان صوبي جي ڏکڻ ۾ عام مڪاني ٻولين مان هڪ آهي. هن تحقيق ۾ جدگالي ٻوليءَ جي جامع تشريح جنهن ۾ صوتياتي، لسانيات ۽ صوتياتيات؛ جدگالي ٻوليءَ جي گرامري ڍانچي تي بحث ڪيو ويو آهي، جنهن ۾ فعل، صفت، اسم، اڳڪٿي وغيره شامل آهن.“

ناميارو اديب محمد علي محمدي جدگالي ٻولي جي باري ۾ ايران مان ڇپيل مضمون جو فارسي زبان مان ترجمو ڪيو آهي. جيڪو پڙهندڙن لاءِ هتي پيش ڪجي ٿو.

”جدگالي ٻولي دشتياري ۽ باهو علائقي ۾ عام ٻولين مان هڪ آهي، جيڪا چابهار شهر جي علائقن جهڙوڪ: جدگل آباد، آتش آباد، ڪنارڪ ۽ پسير جي پرپاسي ۾ آهي. جدگال سيستان ۽ بلوچستان صوبي جي ڏکڻ ۾ ۽ ساموندي ڪناري تي واقع آهن. هن ٻوليءَ جي ساخت بلوچي کان بلڪل مختلف آهي ۽ اها پاڪستان ۾ سنڌي ٻوليءَ سان تمام گهڻي ملندڙ جلندڙ آهي.

جدگالي سيستان ۽ بلوچستان صوبي جي ڏکڻ ۾ چابهار، سرباز ۽ ڪنارڪ شهرن ۾ رهن ٿا، يعني بهڪلات، دشتياري، ڪنارڪ شهر، چابهار شهر ۽ راسڪ ۽ سرباز شهرن ۾ آهن. جدگال قبيلو ڏکڻ سيستان ۽ بلوچستان ۾ سڀ کان وڏو قبيلو سمجهيو وڃي ٿو، جيڪو خود سردار زاهي، بلوڪ زهي،

مبارڪي، ابوالفتح وغيره ۾ ورهايل آهي. جدگالي ٻولي هرمزگان صوبي جي بستڪ شهر ۾ خلوس ۽ گتاو نالي ٻن ڳوٺن ۾ به ڳالهائي ويندي آهي. مناب شهر ۾ اهڙا ڳوٺ آهن جيڪي جدگال آهن، پر اهي هاڻي جادگل نٿا ڳالهائي سگهن. عمان ۾ جدگالي آهن جيڪي عربي ڳالهائين ٿا ۽ جدگالي انهن جي پهرين ٻولي آهي. جدگالي، انهن قبيلن جي ماڻهن جي ٻولي، سنڌ جي مکيه ٻولين مان هڪ آهي.”(9) (10) (11)

<u>حوالا ۽ سمجهاڻيون</u>


(1) Delforooz, Behrooz Barjasteh (2008). "A sociolinguistic survey of among the Jagdal in Iranian Balochistan". In Jahani, Carina; Korn, Agnes; Titus, Paul Brian (eds.). The Baloch and others: linguistic, historical and socio-political perspectives on pluralism in Balochistan. Wiesbaden: Reichert Verlag. pp. 23–44.

(2) پناڻ، آغا نور محمد، رنج ۾ رڙيون، سنڌ کان ٻاهر رهندڙ سنڌين جي به سارَ لهو!!، عوامي آواز ڪراچي، 2 آڪٽوبر 2016ع

(3) Delforooz, Behrooz Barjasteh (August 15, 2008). "A sociolinguistic survey among the Jadgal in Iranian Balochistan". The Baloch and Others: Linguistic, Historical and Socio-Political Perspectives in Pluralism in Balochistan (Conference). Wiesbaden: Reichert: 23–43.

(4) Jahani, Carina (2014). "The Baloch as an Ethnic Group in the Persian Gulf

Region". The Persian Gulf in Modern Times. New York: Palgrave Macmillan. pp. 267–297.
(5) "Documentation of the Jadgali language | Endangered Languages Archive". www.elararchive.org. Retrieved 2024-03-11.
(6) ماڪا، محمد قاسم (سوشل ميڊيا)
(7) محمدي، محمد علي (سوشل ميڊيا)
(8) https://ketab.ir/book/86d71238-d9fd-4b43-8c9d-185a86f9db2d
(9) محمدي، محمد علي (سوشل ميڊيا)
(10) لياقت بن سيد محب علي (سوشل ميڊيا)
(11) لياقت علي شاهه مسقط اومان، (سوشل ميڊيا)

باب ٻارنهون

# ميد (مهاڻا)

لسٻيلي ۾ ميد (مهاڻا) هڪ وڏي سنڌي برادري آهي. جيڪا سونمياڻي خاص ڪري سمنڊ ڪناري وارن علائقن ۾ رهائش پذير آهي. ميد سمنڊ مان مڇي جو شڪار ڪندا آهن ۽ ٻيڙيون ۽ مڇي جي شڪار جو سامان ٺاهڻ جا به ماهر آهن. جڏهن ته ميد ساموندي سفر جي حوالي سان به مشهور آهن. (1) هنن ماضيءَ ۾ سمنڊ جهاڳي مختلف ملڪن ۾ وڃي رهائش اختيار ڪئي. تاريخدانن موجب ميد بلوچن جي مڪران ۾ اچڻ کان اڳ اتان جا اصلوڪا رهواسي هيا. (2) (3) ميد مڪران جي ساموندي

علائقي جي وڏي ۾ وڏي آبادي آهن. جڏهن ته ميد ۽ جاٽ سنڌو درياهه جي ڪناري تي به آباد هيا. هنن پنهي قبيلن / برادرين جي پاڻ ۾ گهرو ويڙهه به ٿيندي رهندي هئي. جڏهن يونانين سنڌ تي حملو ڪيو، ان وقت ميد اورماڙا بندرگاهه جي علائقي ۾ رهندا هئا. ان وقت اورماڙا سنڌ جو علائقو هو. (4)

تاريخدان ان ڳالهه تي متفق آهن ته ميد بلوچ ناهن. جيئن ڪجهه بلوچ تاريخدان ميدن کي بلوچ نسل جو قرار ڏين ٿا. آمريڪي پروفيسر اينڊري ونڪ پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو ته، ''جيتوڻيڪ ميد برادريءَ جي اصليت بابت ڪجهه ابهام موجود آهي، پر اها پڪ آهي ته اهي غير بلوچ نسل مان آهن. مڪران ۾ بلوچن جي لڏپلاڻ کان اڳ جا آباد آهن.'' (5) اٽلي يونيورسٽي جو پروفيسر ڊاڪٽر صابر بادل خان به ساڳي راءِ جو آهي ته ميد بلوچ نسل جا ناهن. (6) ميد برادري تي عرب تاريخدانن اهو به الزام عائد ڪيو آهي ته هنن راجا ڏاهر جي دور ۾ عربن جي سامونڊي ٻيڙن کي ڦريو ۽ عورتن کي يرغمال بنايو هو. (7) جڏهن عربن سنڌ تي قبضو ڪيو ته ميدن سندن خلاف جنگي ڪارروايون جاري رکيون. عرب تاريخدانن ابن حوقل ۽ الادريسي موجب 9 صدي عيسوي ۾ ميدن منصوره جي عرب گورنر جي حڪومت خلاف ڪيئي ڪارروايون ڪيون.

ناميارو تاريخدان ڊاڪٽر الهه رکيو ٻٽ ميدن بابت لکي ٿو ته، ''قديم دور ۾ سنڌو ندي جي ڪناري تي 2 قومون (برادريون) رهنديون هيون. جن مان هڪڙي جاٽ هئي ته ٻي ميد هئي. هندن جي قديم مذهبي ڪتابن رامائڻ ۽ مهاڀارت ۾ ميدن ۽ جاٽن جو ذڪر ملي ٿو. ميد سنڌ جي جهازران قوم (برادري) هئي ۽ سندن ذڪر ''مهاڀارت'' يعني 1400 ق م کان شروع ٿئي ٿو. اهي ميد ميربحر هيا، جن سرانديپ جي جهازن کي ديبل وٽ ڦريو هو.'' (8)

چچ نامي ۾ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لکي ٿو ته، ''ديبل بندر ميدن جو مرڪز هو. عرب مورخن جي حوالن مان گمان نڪري ٿو ته مڪران، ديبل ۽ ڪاٺياواڙ جي ڪناري تي رهندڙ اهي قومون، جن جو پيشو ئي ڌاڙا هڻڻ ۽ ڦرون ڪرڻ هو، تن مڙني

ڪي ”ميدن“ جي نالي سان سڏيو ويو آهي. ڊاڪٽر بلوچ لکي ٿو ته سنڌ جا ميد غالبن سنڌ جي سامونڊي ساحل جي ميربحر هيا.“ (9)

ميد سنڌ جا اصل رهواسي آهن. جيڪي مختلف دورن ۾ مختلف نالن سان سڏيا ويندا هئا. هو سمنڊ ۽ درياهه جا بادشاهه يعني ميربحر به سڏبا هئا. سنڌ ۾ اڄ به مڇي مارينڊڙ ۽ ٻيڙا هلائيندڙن کي ميربحر ڪوٺيو وڃي ٿو. سندن اصل ڪرت مڇي مارڻ، ٻيڙيون هلائڻ ۽ سمنڊ جو سينو چيري وڃي ڏورانهن ڏيهن تي نڪرڻ هو. سندن ذڪر مهاڀارت يعني 1400 ق. م کان شروع ٿئي ٿو. هي قوم ويدڪ زماني کان سنڌو درياهه جي ڪپ تي رهندي هئي ۽ ڦرلٽ تي گذارو هوندو هو. جهاز رانيءَ جي فن کان واقف هئي. ڪجهه تاريخدانن جو خيال آهي ته ميد ڪڇي گنداواه خطي مان لڏي مڪران وڃي ويٺا (10) جتي هو ايراني نار کان وٺي ملبار تائين جهاز راني ڪندا هئا. ميدن ۾ چل مارزئي شاخ پاڻ کي لاسي سڏائي ٿي، جيڪا لسٻيلي ۾ رهندي آهي ۽ گزبر شاخ پاڻ کي بلوچ سڏائي ٿي ۽ ارماڙي پاڻ کي افغان سڏائين ٿا. (11)

داد محمد خادم بروهي پنهنجي ڪتاب ”بلوچستان ۾ سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جو اڀياس“ ۾ لکي ٿو ته ”سنڌ جي هن قديم برادري (ميد) کي هن خطي جي سخي تنگاهي جي درگاهه تي گهڻو اعتماد آهي. گوادر جي هڪ ڪتبي مان پتو پوي ٿو ته، سندن اصل وطن ڪڇي آهي. جتي سنڌ کان آيا. ميربحر، ماڇي ۽ سولنگي ميدن جون شاخون آهن. مڪران خطي ۾ تمام گهڻي تعداد ۾ آباد آهي. (12) ميدن جون گهڻيون رسمون ۽ رواج آفريڪا جي ماڻهن جهڙا آهن، پر عجب جهڙي ڳالهه آهي ته رسمن جي ادائگيءَ وقت هو جيڪي گيت يا راڳ ڳائيندا آهن. اهي سڀ سنڌي ٻوليءَ ۾ هوندا آهن.“ (13)

حوالا ۽ سمجهاڻيون

1. Badalkhan, Sabir (2002). "Coastal Makran as Corridor to the Indian Ocean World". *Eurasian Studies*. 1/2. Università degli Studi di Napoli, "L'Orientale": 237–262.
2. Badalkhan, Sabir (2002). "Coastal Makran as Corridor to the Indian Ocean World". *Eurasian Studies*. 1/2. Università degli Studi di Napoli, "L'Orientale": 237–262.
3. Wink, André (2002). "The frontier of al-Hind". In Wink, André (ed.). *Early Medieval India and the Expansion of Islam: 7th–11th Centuries*. Al-Hind: The Making of the Indo-Islamic World. Vol. I. Brill. pp. 109–218.
4. https://encyclopediasindhiana.org/
5. Wink, André (2002). "The frontier of al-Hind". In Wink, André (ed.). *Early Medieval India and the Expansion of Islam: 7th–11th Centuries*. Al-Hind: The Making of the Indo-Islamic World. Vol. I. Brill. pp. 109–218.
6. Badalkhan, Sabir (2002). "Coastal Makran as Corridor to the Indian Ocean World". *Eurasian Studies*. 1/2. Università degli Studi di Napoli, "L'Orientale": 237–262.
7. Wink, André (2002). "The frontier of al-Hind". In Wink, André (ed.). *Early Medieval India and the Expansion of Islam: 7th–11th Centuries*. Al-Hind: The Making of the Indo-Islamic World. Vol. I. Brill. pp. 109–218.
8. ٻٽ، الهه رکيو، سماٽ، حيدرآباد، لاڙڪاڻو، 2003ع، ص: 22-26

(9) ٻٽ، الهه رکيو، سماٽ، حيدرآباد، لاڙڪاڻو، 2003ع، ص: 22-26
(10) انور رومان پروفيسر، مترجم: ”بلوچستان ڪي قبائل“،جلد ٻيو, گزيٽيئر بينظير انٽرپرائيزز ڪوئيٽا، 87-1986ع، ص 398
(11) الانا، غلام علي، ڊاڪٽر، ”سنڌي ٻوليءَ جي لساني جاگرافي“، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄام شورو، 1979ع، ص 135.
(12) بروهي، داد محمد خادم، ”بلوچستان ۾ سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جو اڀياس“، حيدرآباد، 2012ع، باب 5
(13) https://library.sindhila.org/kitab?number=57&view=1399#_ftn47

باب تيرنهون

## سبي: سنڌين جو تاريخي شهر

سبي جو علائقو هزارين ورهين کان سنڌ جو حصو رهيو آهي. ان ڳالهه جون تاريخي شاهديون موجود آهن ته سبي شهر جو بنياد وجهندڙ سنڌي هئا. ان متعلق داد محمد خادم بروهي لکي ٿو ته، ”هن علائقي تي راجا دسترٿ جي زماني ۾ سيرا خاندان جي

حڪومت هئي، جنهن مان ”سيوي“ نالي هڪ راجڪماري سبيءَ تي حڪومت ڪندي هئي، جنهن جي نالي پنيان شهر جو نالو ”سيوي“ مشهور ٿيو، جيڪو هزارين سال گذرڻ جي باوجود اڄ تائين قائم آهي.(1) (2)

ميان يار محمد ڪلهوڙي جي دؤر حڪومت ۾ هي خطو سندس سرڪار جي سرحدن ۾ شامل هو. سنڌ جي سرحدي پرڳڻي چانڊڪا جو تختگاهه لاڙڪاڻي کي مقرر ڪيائين. جڏهن هن وفات ڪئي ته وصيت ۾ سبي ۽ ڪڇيءَ وارو علائقو پنهنجي پٽ ميان مراداياب خان کي ڏنو هئائين. ان طرح ڏسجي ٿو ته هي خطو گهڻو وقت سنڌ جي حڪمرانن جي هٿ هيٺ هو. ڇو جو هو پنهنجي حڪومت درويشي پيري ۽ مريديءَ جي بنياد تي قائم رکيو ايندا هئا. (3)

مير علي شير قانع ٺٽوي لکي ٿو ته: ”سبيءَ جو قديمي نالو اُتي جي رهندڙ قوم اڳئين زماني ۾ ”سيوس“ جي لقب سان ملقب هئي، جتان جي گاديءَ جي هنڌ جو نالو ڪاڪا راج هو، جيڪو بعد ۾ ”سيوي“ مشهور ٿيو.“ (4) لالا هيتورام لکي ٿو ته: ”سيوا“ نالي هڪ مشهور راجا هن ملڪ جو حاڪم هو. سيوي شهر به ان آباد ڪيو هو، ان ڪري ان تي ”سيوي“ نالو مشهور ٿيو. (5)

راجه ڌنراشٽر جي راڻي گنڌاري، جيڪا ڪورن جي ماءُ هئي، سا گنڌارا پرڳڻي جي راجڪماري هئي. مٿيون حڪومتون ويدڪ زماني کان پوءِ جي زماني ۾ ٿي گذريون آهن. ”ڪڇيءَ“ جو نالو رامچندر جي پٽ ”ڪس“ جي ڪري پيو. مهاڀارت ۽ رامائڻ جي زماني ۾ سنڌ تي سورج ونسي راجائن جي حڪومت هئي. (6)

انهن راجائن جيڪي شهر تعمير ڪرايا، تن مان ڪي اڄ تائين موجود آهن، جهڙوڪ: شبي راجا جي سبي (سيوي)، باغ نالي راجا جي ”پاڳناڙي“ وغيره. (7) سيوا خاندان تي اهو نالو هڪ ديوتا ”مش وارا“ تان پيو، جنهن جي معنيٰ آهي ”پهاڙن وارو ديوتا“. اهو نالو ”مش وارو“ کان بگڙندي ”مشوا“، ”شيوا“ ۽ ”سيوا“ ۾ تبديل ٿيو آهي. (8) آغا نصير خان احمد زئي لکي ٿو

ته: ”سبيءَ جو شهر اٽڪل ٽي هزار سال قديم آهي. (9) جنهن جا حاڪم سيوا خاندان جا هندو هئا.“ (10)

حوالا ۽ سمجهاڻيون


(1) Balochistan Through the Ages (Gazetter) 1901 AD, P. 159

(2) بروهي، داد محمد ’خادم‘، ”بلوچستان ۾ سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جو اڀياس“، حيدرآباد، 2012ع، ص: 12

(3) بروهي، داد محمد ’خادم‘، ”بلوچستان ۾ سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جو اڀياس“، حيدرآباد، 2012ع، باب ٻيون

(4) ٺٽوي، مير علي شير قانع، تحفة الڪرام، سنڌي ترجمو، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، 1957ع، ص 331.

(5) لالا هيتورام، ”تاريخ بلوچستان“، بلوچي اڪيڊمي ڪوئيٽا، ص 1973ع، ص 15- 368.

(6) سمٿ، وي اي، ”ارلي هسٽري آف انڊيا“، آڪسفورڊ، 1914ع، ص 97.

(7) شيدائي، رحيم داد خان مولائي، ”جنت السنڌ“، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، 1958ع، ص 32.

(8) نصير، ميرگل خان، ”بلوچستان ڪي ڪهاني شاعرون ڪي زباني“، بلوچي اڪيڊمي، ڪوئيٽا، 1976ع، ص 2.

(9) زئي، آغا نصير خان احمد، مقالو، ”سيوي“ ماهوار اولس، ڪوئيٽا، اپريل 1958ع، ص 25.

(10) زئي، آغا نصير خان احمد، مقالو، ”سيوي“ ماهوار اولس، ڪوئيٽا، اپريل 1958ع، ص 25.

باب چوڏهون

# مڪران: سنڌين جو سرحدي مورچو

مڪران قديم سنڌ جو سرحدي علائقو رهيو آهي. قديم دور کان سنڌ جو مڪران رستي ايران سميت عرب ملڪن سان واپار هلندو هيو. مڪران جي علائقي مان ئي سنڌي ڳلهائيندڙن جي وڏي آباديءَ لڏپلاڻ ڪري نه فقط ايران جا پٽ وچي وسايا پر ان کان به اڳتي عرب ملڪن طرف وڃي آباديون قائم ڪيون. جڏهن ته مڪران جي سرحد کان ئي سنڌ تي ايرانين ۽ عربن جا حملا به ٿيندا رهيا. سنڌ تي ان طرف کان جيڪو به پرڏيهي وار ٿيندو هو، ان جو پهريون گهاءُ مڪران کي برداشت ڪرڻو پوندو هو. مڪران ۾ سنڌي ڳالهائيندڙ مختلف برادريون آباد رهيون آهن، نه فقط ماضيءُ ۾ پر هاڻي به سنڌي ٻولي ڳالهائيندڙن جو وڏو انگ مڪران ۾ رهندڙ آهي. ان سلسلي ۾ ڊاڪٽر غلام علي الانا موجب، ”لس ٻيلي کان سواءِ مڪران تي به سنڌ ۽ سنڌ جي حڪمرانن جو تسلط رهيو آهي. .. انهيءَ ايراضيءَ ۾ سنڌي ٻوليءَ جي پکڙجڻ سبب ۽ سنڌي قبيلن جي، روزانه زندگي، وڻج واپار، سماج ۽ سماجي ڪارگذارين ۽ حڪومت ۾ اهميت سبب بلوچي ٻوليءَ تي پڻ سنڌي ٻوليءَ جو اثر ٿيو.“ (1)

راءِ گهراڻي سنڌ تي 450ع کان 642ع تائين حڪومت ڪئي. هن گهراڻي جي پهرين حڪمران راءِ ديوائج (راءِ ديوراج) کان پوءِ، راءِ سيهرس گاديءَ تي ويٺو. راءِ ديوراج پنهنجيءَ سلطنت جون حدون، اولهه طرف ڪرمان تائين ۽ اتر طرف

سوات کان اڳتي ڪابل تائين وڌايون. سندس وفات کان پوءِ سندس پٽ، راءِ ساهسي پهرئين کان پوءِ سندس پٽ راءِ سيهرس پيو، تخت تي ويٺو. هن لس ٻيلي کان وٺي اڳتي مڪران تائين سمنڊ جي ڪناري وارن بندرن تائين پنهنجيءَ سرحد کي مضبوط ڪيو، ۽ انهن کي زور وٺايائين." (2) هن اروڙ ۽ ديبل بندر کي تمام گهڻو زور وٺايو. هن جي حڪومت جون سرحدون اڀرندي طرف ڪنوج تائين، الهندي طرف مڪران تائين، اتر طرف ڪشمير تائين، اُتر – اولهه طرف قنڌار، سيستان ۽ ڪوهه سليمان جي سرحد تائين هيون. سندس تخت گاهه اروڙ هو. ان وقت ايران جي بادشاهه نيمروز سنڌ تي چڙهائي ڪئي، ۽ مڪران تائين اچي رسيو هو. (3) جڏهن راءِ سيهرس کي اها خبر پئي تڏهن هو پنهنجو لشڪر وٺي مغربي سرحد تي اچي پهتو. سخت جنگ لڳي، جنهن ۾ راءِ سيهرس وطن تان وارجي ويو. (4)

راءِ سيهرس جي مرڻ کان پوءِ سندس پٽ راءِ ساهسي ٻيو بادشاهه بڻيو. جنهن ڏينهن سندس پيءُ پنهنجي وطن لاءِ سر ڏنو ان ڏينهن کان هن "سنڌ آزاد سال" شروع ڪيو، يعني هن فتح جي يادگيري لاءِ "سنڌي سن" يعني "سنڌي ڪال" سوڀ واري ڏينهن کان شروع ٿيو. اهو ڏينهن چوٿين مارچ 450ع هو. هن همت ۽ مردانگيءَ سان پنهنجي حڪومت کي وڌايو ۽ وسيع ڪيو. قنڌار کان وٺي ڪرمان تائين سندس حڪومت جون سرحدون هيون. انهن سرحدن جي نشانبندي ڪرائي. هن ڪرمان ۾ پنهنجو خاص لشڪر مقرر ڪيو. پنجاب کان وٺي قنڌار تائين سندس لشڪر موجود هوندو هو، جن ۾ اروڙ جا کتري اڪثريت ۾ هوندا هئا.

راءِ خاندان بعد راجا چچ سنڌ حڪومت سنڀالڻ کان پوءِ 636ع ۾ اولهه طرف حملو ڪيائين. هن هنگلاج واري پاسي، مڪران ۽ ڪرمان تائين غلبو حاصل ڪيو. (5) هو پاڻ ڪرمان تائين ويو، پنجپور نالي قلعي کي نئين سر تعمير ڪرائڻ جو حڪم ڏنائين. (6) اتان پوءِ ڪرمان ۾ حدون مقرر ڪري اتي نشان طور پٽر هٽايائين ۽ ڪتبو پڻ لکايائين. پوءِ توران کان ٿيندو، قنڌار پهتو. (7)

چچ جو تخت گاهه پڻ اروڙ هو. سندس مرڻ کان پوءِ سندس پاءُ چندرسين تخت تي ويٺو. هن بلوچستان ۾ ڪنراج کان اوريان، ۽ وندر کان پريان، هڪ قلعو اڏايو، جنهن جو نالو ”بالي ڪوٽ“ رکيائين، جتي پنهنجي لشڪر جي چانوڻي بنايائين، ۽ ساموندي بندر پڻ تعمير ڪرايائين. (8) اڳتي ارم بيلا يعني لس ٻيلي کي زور وٺايائين. پوءِ مڪران وارا قلعا مضبوط ڪرائي. ڪرمان تائين، پنهنجيءَ سرحد کي مضبوط ڪيائين. (9) هن سمنڊ جي ڪناري وارن بندرگاهن جي سڌاري تي گهڻو ڌيان ڏنو. ان ڪري واپار ۾ به واڌارو ٿيو، ۽ ڏيساورن مان مال گهڻي انداز ۾ اچڻ لڳو. (10) جڏهن 643ع ۾ عربن سنڌ تي حملا ڪرڻ شروع ڪيا هئا، ان وقت مڪران وارو خطو، سنڌ جي حڪومت جي حدن ۾ هو. (11)

چندرسين جي مرڻ کان پوءِ ڏاهر بادشاهه ٿيو. هن سڄي سنڌ ۾ ڪيترائي واپاري رستا جوڙايا، ۽ واپار کي همٿايائين. اهي واپاري رستا، اولهه طرف ڪرمان تائين ۽ اوڀر طرف ڪنوج تائين هئا.

جڏهن 712ع ۾ محمد بن قاسم سنڌ تي قبضو ڪيو، تڏهن به مڪران وارو علائقو انتظامي لحاظ کان سنڌ سان شامل ڪيو ويو هو. (12) مڪران جي علائقي ۾ سنڌين جو جدگال قبيلو مختلف پاڙن ۾ ورهايل آهي. جن ۾ رئيس، ڪينگيزئي، مهدي زئي، بند، ڪوڙڪ ۽ سنگر شامل آهن. (13) مڪران ضلعي ۾ عام طور چار ٻوليون مادري زبان طور ڳالهايون وينديون آهن. اهي آهن: بلوچي، جدگالي، لاسي ۽ لوري چيني يا لوڙي چيني يعني لورا برادري جي ٻولي.(14) جدگالي ٻولي سنڌي ٻوليءَ جو هڪ لهجو آهي، جيئن مٿي بيان ڪيو ويو آهي. هيءَ ٻولي انهن خطن ۾ ڳالهائي وڃي ٿي جتي جدگال يا سندن پاڙا ۽ شاخون آباد آهن، جدگاليءَ کان سواءِ لاسي ٻولي به هن خطي ۾ ڳالهائي ويندي آهي.

جدگال قبيلا، سندن پاڙا ۽ شاخون، توڙي ٻيا ڪيترائي سنڌي (لاسي) ٻولي ڳالهائيندڙ قبيلا سڄي مڪران ۾ پکڙيل آهن. اهي ڪيچ ۽ پنجگور جي واديءَ، تربت، ڪلانچ، ڪولوا ۽ گوادر

جي آسپاس آباد آهن. اهڙي طرح ايران ۾ باهو ۽ دشتياريءَ ۾ به جدگال ۽ ٻيا سنڌي گهڻا رهن ٿا. (15) جيڪي هزارين سالن جي گذرڻ جي باوجود انهيءَ حصي ۾ پنهنجي ٻولي قائم رکندا اچن. ان ڳالهه ۾ ڪوبه وڌاءُ ناهي ته مڪران سنڌين جو سرحدي مورچو رهيو آهي. هن مورچي تان سنڌين پنهنجي وطن جي حفاظت لاءِ پنهنجون جانيون قربان ڪيون آهن.


حوالا ۽ سمجهاڻيون:

(1) الانا، غلام علي، سنڌي ٻولي جي لساني جاگرافي، ڄامشورو، 1979، ص: 102-103

(2) بکري، مير معصوم، تاريخ معصومي، ڪراچي سنڌي ادبي بورڊ، 1953ع، ص 11، ۽ پڻ ڏسو: چچنامو، 1954ع، ص 21.

(3) بکري، مير معصوم، تاريخ معصومي، ص 11،

(4) چچنامو، 21.

(5) چچنامو، ص 65

(6) کتري، رامچند ايس، شري هنگلاج جي ياترا، ص 177.

(7) کتري، رامچند ايس، شري هنگلاج جي ياترا، ص 177.

(8) کتري، رامچند ايس، شري هنگلاج جي ياترا، ص 177.

(9) کتري، رامچند ايس، شري هنگلاج جي ياترا، ص 177.

(10) District Census Report of Makran District, 1961, pp. 1-14.

(11) Khan, Mir Ahmed Yar, Inside Baluchistan, Op. Cit. p. 54.

(12) الانا، غلام علي، سنڌي ٻولي جي لساني جاگرافي، ڄامشورو، 1979، ص: 105

(13) شيدائي، مولائي، جنت السنڌ، حيدرآباد، سنڌي ادبي بورڊ 1958ع، ص 95.

(14) شيدائي، مولائي، جنت السنڌ، حيدرآباد، سنڌي ادبي بورڊ 1958ع، ص 22.

(15) Baluchistan Gazetter, p.58.

باب پندرنهون

# بلوچستان ۾ سنڌي ٻولي جا لهجا

سنڌي ٻولي جون پاڙون 5 هزار سال کان به وڌيڪ آڳاٽي سنڌو ماٿري جي سڀيتا ۾ کتل آهن. موجوده سنڌي ٻوليءَ جو بڻ بڻياد سنڌو سڀيتا جي دور واري اها قديم ٻولي آهي، جيڪا قديم زماني کان هتي رهندڙ ماڻهو ڳالهائيندا هئا. (1)

ٻوليءَ جا ماهر ان ڳالهه تي متفق آهن ته پراڻي (پروٽو) سنڌي ٻولي ئي سنڌو سڀيتا جي وارثن جي ٻولي هئي. پروٽو سنڌي ٻوليءَ جون خاصيتون هندستان جي ٻين ٻولين ۾ هجڻ ان ڳالهه جو ثبوت آهي ته انهن ٻولين جو اصل بڻ بڻياد پروٽو سنڌي هئي. (2)

سنڌ جو ٻولي ماهر ڊاڪٽر غلام علي الانا سنڌو سڀيتا کي هن خطي جي اصلوڪي تهذيب قرار ڏيندي، ان جي زبان کي به هتان جي مقامي ۽ اصلوڪي ٻولي ”سنڌو زبان“ (Sindhu language) قرار ڏئي ٿو. ڊاڪٽر الانا موجب سنڌو زبان ڪيترين ئي مقامي ٻولين جي شاخن ۾ ورهايل هئي. سنڌو زبان جون اهي ٻوليون انهن خطن ۾ ڳالهايون وينديون هيون، جتي هو رهائش پذير هئا. (3)

اڄ جو پاڪستان قديم دور جي سنڌو سڀيتا جي سرحدي حدبندين اندر وجود رکي ٿو. سنڌو سڀيتا جون سرحدون فقط اڄوڪي پاڪستان تي مشتمل نه هيون، پر ان ۾ اڄوڪي انڊيا جو وڏو حصو به شامل هيو. ايئن چوڻ ۾ ڪوبه وڌاءُ نه ٿيندو ته اڄ جو پاڪستان اصل ۾ سنڌو ماٿري جي وارثن جو ملڪ آهي ۽ سنڌ جي سرحدن تي جوڙيل آهي. (4)

جيئن ته بلوچستان قديم دور کان سنڌ جو حصو رهيو آهي، ان ڪري بلوچستان ۾ سنڌي ٻولي هزارين سالن کان استعمال هيٺ رهندي آئي آهي ۽ اتان جي رهواسين جي مادري زبان رهي آهي.

موجوده بلوچستان سنڌ جي سرزمين تي قائم ٿيل صوبو آهي. جنهن بابت خود بلوچستان جا سياستدان، تاريخدان ۽ اينٿروپلاجسٽ به متفق آهن. ان سلسلي ۾ قلات رياست جو اڳوڻو حڪمران خان اعظم، مير احمد يار خان پنهنجي آتم ڪٿا ۾ ان ڳالهه جو اعتراف ڪري ٿو ته، ”حقيقت ۾ بلوچ قبيلا بلوچستان جا اصلوڪا رهاڪو ناهن، هن خطي ۾ اهي چوٿين صدي عيسوي ۾ اچڻ شروع ٿيا.“ (5) مير احمد يار خان بلوچستان کي ٻن ٻولين وارو صوبو تسليم ڪري ٿو. سندس موجب، ”بلوچستان ۾ ٻه – ٻوليائي (دو – زباني) قبيلا جام رهن ٿا. هن جي راءِ موجب هن صوبي ۾ جملي ڇهه ٻوليون ڳالهايون ۽ سمجهيون وينديون آهن.“ (6)

بلوچستان ۾ وقت گذرڻ سان سنڌي ٻولي ۾ اتي موجود ٻين ٻولين جي اثر سبب تبديليون به اينديون رهيون آهن. هن وقت بلوچستان جي مختلف علائقن ۾ سنڌي ٻولي جي ڪيئي محاورا يا لهجا موجود آهن.

ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي پنهنجي ڪتاب، ”ٻوليءَ جي ماهيت“ ۾ بلوچستان ۾ سنڌي ٻولي جي محاورن بابت لکيو آهي ته، ”بلوچستان ۾ سنڌيءَ جا مکيه محاورا هي آهن: فراڪي، کيتراني، جدگالي، گوادري، اورماڙي ۽ لاسي. پنجاب جي سرحد سان ماڇڪو هڪ اهم محاورو آهي. ڪڇ ۾ ڪڇي، گجرات ۾ ميمڻي ۽ ڪاٺياواڙي محاورا آهن، جيڪي هاڻ سنڌ ۾ خاص طور ڪراچي ۽ حيدرآباد جا ڪيترا رهاڪو ڳالهائين ٿا. جڏهن ته

موجوده سنڌ جي ايراضيءَ اندر سنڌي ٻولي جا 3 اهم محاورا موجود آهن. جن ۾ سريلي (اترادي)، وچولو، لاڙي ۽ ٿري شامل آهن." (7) پر پاڻ هتي بلوچستان ۾ موجود سنڌي ٻولي جي مهاورن بابت ڳالهه ٻولهه ڪنداسين.

لاسي محاورو

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پنهنجي ڪتاب "ٻيلاين جا ٻول" ۾ لکي ٿو ته، "ٻيلي جي ٻولي پنهنجي جاگرافيائي بيهڪ موجب مختلف زبانن جي ميزبان ٿي رهي آهي. انهيءَ ڪري منجهس لغوي جاذبيت جهجهي آهي. لس ٻيلي جو (لاسي) محاورو پنهنجي ڏکڻ واري لاڙي محاوري سان ڪنهن حد تائين ربط ۾ آهي؛ پر ته به هن ۾ اڪثر رواجي حرڪات کي وڌايو وڃي ٿو. "نه ته" کي "ناتي" ڪري ڪم آڻجي ٿو. (8) جيئن ڪبيرشاهه ٿو چوي:

ڪا ڪل پيم ڪانه وڃڻ جي ناتي هوت آءٌ هوشياري هئي.

ڪبيرشاهه، سنڌ جو شاعر هو ۽ هتان ڪهي ٻيلي جي شاعر شيخ ابراهيم سان مارڪو (معرڪو- مقابلو) ڪرڻ ويو هو. لاسي محاوري ۾ به اوسرڳائي موجود آهي. تنهنجي بدران توجو، ٻاجهه بدران ٻاج چون. ڪن لفظن ۾ زائد نون جو آواز ڪڍن ٿا. ساجهر بدران سانجهر ۽ ستر کي سنتر چون. 'و' ڪن لفظن ۾ "ب" سان بدلجي ٿو ۽ ايئن ويٺو بدران ٻيٺو چون. 'ي' به اڪثر "ج" ۾ بدلجي ٿي. جيئن ياد بدران جاد چون (لاڙ ۾ زاد به چون). يتيم کي جتيم چون، اِهو به لاڙي محاوري ۾ آهي. اڪثر 'ذ' به 'ج' ۾ بدلجي ٿو. مثلا: ذات کي جات چون. (ويندي ڏانهن پرين، جتي جات نه پائيان- شاهه لطيف).

لاسي محاوري جون ڪي نحوي خوبيون، بلوچستان جي سنڌي محاورن سان ملن ٿيون، جن ۾ کيتراني فراڪي ۽ جدگالي اچي وڃن ٿا. (9)

## فراڪي محاورو

سنڌي ٻولي جو فراڪي محاورو سبيءَ سان واسطو رکي ٿو. هن کي وطني ۽ ملڪي به سڏين ٿا. هن جي ايراضيءَ بابت ڊاڪٽر داد محمد خادم بروهي لکي ٿو: ”سبي، سنڌ جي سرحدي شهر جيڪب آباد کان اٽڪل هڪ سؤ ميل اتر اولهه ۾ آهي. اڳوڻي ڊويزن جي حساب سان هن ۾ سبي، ڪڇي، نصيرآباد، ڪوهلو ۽ ديره بگٽيءَ جا ضلعا شامل هئا. هتان جا نوي سيڪڙو ماڻهو سنڌي مادري زبان طور ڳالهائيندڙ آهن. (10) (11) سبيءَ جي هن محاوري تي نالي پوڻ جو سبب ڄاڻائيندي ڊاڪٽر داد محمد لکي ٿو: ”هي لفظ فراغ (وسيع) مان ورتل آهي ۽ وسيع علائقي ۾ رائج آهي. وقت گذرڻ سان سرائيڪي، بروهڪي ۽ پٺاڻڪي جي لفظي اثر هيٺ فراڪي سڏجڻ ۾ آيو.“ بقول ڊاڪٽر داد محمد جي هي محاورو سبيءَ جي چوڌاري ڍاڍر، تلي، ڪڙڪ، مال، صافي ۽ مزري ۾ به موجود آهي. (12) ان سان گڏ جهل مگسي، روجهاڻ جماليءَ ۾ مگسي، جمالي، خاڪواڻي ۽ رئيساڻي قبيلا به سنڌي ڳالهائيندا / ڄاڻندا آهن. روزانو ڪاروبار جي عام زبان به سنڌي (فراڪي) آهي. فجڪ ڳوٺ جا پٺاڻ پشتو سان گڏ سنڌي به ڳالهائيندا آهن.

سبي علائقي ۾ سوئي ڳوٺ کان وٺي لسٻيلي تائين هڪ سؤ ميل ويڪري ۽ پنج سؤ ميل ڊگهي ايراضيءَ ۾ اصلوڪيون سنڌي ذاتيون صدين کان وٺي آباد آهن، جن ۾: ابڙا، ٻوهڙ، ٻپر، ٻرڙا، اعواڻ، ٻلال، پنهيار، پنهور، پنگر، ٿنيا، چنڙ، چوهاڻ، چاچڙ، ڏيپالي، ڏنگر، رِڌ، ريٽي، سماجي، سيال، سومرا، سيانچ، سيلاچي، شيخ، ڪنير، ڪورائي، ڪوري، ڪولاچي، کوکر، گوپانگ، ملڪ، ماڇي، موچي، اڙها، نائچ ۽ ناوڙا ۽ هندو ذاتيون اچي وڃن ٿيون. هنن ذاتين جي مادري ٻولي سنڌي آهي. هتي جي رهندڙ بگٽي، مري ۽ رند قبيلن به ثانوي ٻوليءَ طور سنڌي ٻوليءَ کي اپنايو آهي. ڪڇي (گنداواهه) جي گهٽو ڪري سڀني ذاتين جي مادري ٻولي سنڌي آهي. ڪڇي ضلعي جي جهٽ پٽ تعلقي جي ڳوٺ فتح پور ۾ سنڌي ٻوليءَ جا به مشهور صوفي شاعر سيد رکيل شاهه ۽ سندس

فرزند سيد چيزل شاهه ٿي گذريا آهن، جن جي آخري آرمگاهه به اتي ئي آهي.

ڪڇي ضلعي ۾ رهندڙ سڄيءَ آباديءَ جي مادري ٻولي سنڌي آهي، پر بلوچي ۽ سرائڪي به ڳالهائين. ون يونٽ واري دؤر ۾ نصيرآباد سب ڊويزن اُستہ محمد تعلقو ۽ پاسي وارا خطا، جيڪب آباد ضلعي سان شامل ڪيا ويا هئا. ون يونٽ جي ٽٽڻ کان پوءِ اهي حصا واپس ڪڇي ضلعي سان شامل ڪيا ويا، اتي سنڌي اسڪول بند ڪوليا ويا هئا، ۽ ٻارن جي تعليم سندن مادري زبان يعني سنڌي ذريعي ڏيڻ جو بندوبست بند ڪيو ويو هو. ٻولي ماهر ڊاڪٽر غلام علي الانا جي راءِ آهي ته، سبي، ڪڇي ضلعن ۽ قلات، جهالاوان، ايراضين ۾ سنڌي زبان جي مطالعي لاءِ ضروري آهي ته اوستہ محمد، روجهاڻ، گنداخو، هديرو، مگسين جي ڳوٺن، ڀاڳناڙي، فتح پور، ديرا بگٽي، سبي، ڍاڍر، مستونگ، قلات ۽ جهالاوان جي خطن جو مطالعو ڪجي. (13)

## ڪيتراني

بلوچستان ۾ سنڌي ٻولي جو هڪ لهجو ڪيتراني آهي. هي محاورو بلوچستان ۾ لورالائي جي ايراضي بارکان ۾ ڳالهايو وڃي ٿو. هن جون پاڙيسري زبانون بلوچي ۽ سرائيڪي آهن. ڪيترانيءَ تي بقول ڊاڪٽر داد محمد جي ته پشتو جو اثر نمايان آهي. هن محاوري جي نسبت ڪٿياڻ قبيلي سان ڇئي وڃي ٿي. هي سماٽ ذات آهي. ڪٿياڻ بگڙي ڪيتران ٿيو. (14) (15) ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ موجب بارکان جا ڪيتران اصل ۾ سنڌي ڪٿياڻ آهن.

## جدگالي محاورو

بلوچستان ۾ جدگال صدين کان رهندڙ آهن. جدگال نسلي طور سنڌي آهن ۽ سندن ٻولي جدگالي سنڌي ٻولي جو هڪ لهجو آهي. جدگالي برادري سنڌ ۽ پاڪستاني بلوچستان سميت ايراني بلوچستان ۽ اومان ۾ به رهندڙ آهن. (16) (17) هي اصل ۾ سنڌي

برادري جت آهن، پر بلوچستان ۾ ڪين جدگال جو نالو ڏنو ويو. جنهن جو مطلب آهي، جد (جت) ۽ گال (ڳالهائيندڙ) يعني جتڪي ڳالهائيندڙ ماڻهو. بلوچن جدگالي لفظ اصل ۾ مڪران جي اصل رهواسي سنڌي ڳالهائيندڙن ۽ سندن ٻولي لاءِ استعمال ڪيو. جدگال بلوچستان جي گوادر، مڪران، بيلا ۽ پنجگور سميت ٻين علائقن ۾ رهائش رکندڙ آهن. (18) بلوچستان ۾ جدگال لفظ اصلوڪن سنڌين ۽ بلوچن وچ ۾ فرق کي سمجهڻ لاءِ به استعمال ڪيو ويندو آهي. (19) 1998ع جي آدمشماري موجب پاڪستان ۾ هڪ لک ماڻهو سنڌي ٻولي جو جدگالي لهجو ڳالهائيندڙ هيا. (20) ڪجهه ٻولي ماهرن موجب لسٻيلي جي سنڌي برادري لاسين جي لهجي جو تعلق به جدگالي لهجي سان آهي. يعني سنڌي ٻولي جا ٻئي لهجا لاسي ۽ جدگالي هڪ ٻئي جي ويجهو آهن. (21)

### ڪوهستاني لهجو

سنڌي ٻولي جو ڪوهستاني لهجو موجوده بلوچستان جي ضلعي خضدار ۾ ملي ٿو. هي محاورو سنڌ جي ضلعي دادو، ڄامشوري ۽ ڪراچي جي اولهه واري حصي ۾ بلوچستان جي سرحدن اندر ڳالهايو وڃي ٿو. هن علائقي ۾ سنڌي ٻولي تي براهوي ۽ بلوچي ٻولين جو اثر آهي. داد محمد خادم بروهي پنهنجي ڪتاب ''سڀني جي ٻولي'' ۾ لکي ٿو ته، ''هن علائقي جا ماڻهو سنڌي ٻولي سمجهي ته سگهن ٿا پر ڳالهائي ڪونه ٿا سگهن. جڏهن ته سرائيڪي زبان چڱي طرح ڳالهائي وڃن ٿا. (22) هن علائقي ۾ بلوچ، بروهي ۽ سماٽ برادرين کان علاوه هندو ڪافي تعداد ۾ موجود آهن. جيڪي سنڌي ڳالهائيندا آهن. سنڌي ٻولي جي هن محاوري تي ڪوهستاني نالو به پهاڙي علائقي جي نسبت سان پيل آهي. (23)

سنڌي ٻولي اصل ۾ پاڪستان جي اها اڪيلي اصلوڪي زبان آهي، جيڪا لڳ ڀڳ سڄي ملڪ جي سرحدن اندر ڳالهائي ۽ سمجهي وڃي ٿو. رحيم داد مولائي شيدائي لکي ٿو ته،

”پاڪستان ۾ سنڌي زبان جو دائرو ڪشمير کان ڪيچ تائين ۽ ٿر کان وٺي مڪران تائين وسيع آهي.“ (24)

بولان کان وٺي سبي تائين سنڌي اتان جي رابطي جي زبان آهي ۽ اتان جا بروچ، بروهي، پٺاڻ ۽ چاموٽ پاڻ ۾ جڏهن ڳالهائن ٿا ته هو سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪچهري ڪن ٿا. لسٻيلو ته ”گڏاڻي“ کان وٺي ”ڪنڊ ملير“ تائين سمورو سنڌ آهي. جنهن ۾ گڏاڻي، سونمياڻي، وندر ۽ ڪنڊ ملير جا خوبصورت بندرگاهه آهن ۽ اتان جا چڱا مڙس چام ۽ پوتاڻي آهن. هي علائقو هجي يا سبي جو علائقو هجي يا صحبت پور يا ڊيرا مراد جمالي هجي، اهي سڀ سنڌي ٻولي جا علائقا آهن.

اڄ به گوادر ۾ ٻه سئو کان وڌيڪ سنڌي خواجن جا خاندان رهن ٿا ۽ سنڌي ڳالهائين ٿا. ان کان علاوه چِٽا، ٻرڙا، ماڇي، شيخ، ٻنگر، سومرا، اوستا، ڀٽا، ابڙا، ڪاڪيپوٽا، چلگري، رونجها، ڪيتران، خجڪ سنڌي ڳالهائيندڙ آهن. لوٽي قبيلن جي ته مادري زبان ئي سنڌي آهي. بارکان جا ڪيتران بقول ڊاڪٽر بلوچ جي سنڌي ڪٿياڻ آهن. (25)

بلوچستان ۾ سنڌي ٻولي جي وڏن مهاورن سميت ڪجهه ننڍا لهجا يا مقامي لهجا به موجود آهن. خاص ڪري ڪجهه علائقن ۾ سنڌي ٻولي جو گوادري ۽ اورماڙي لهجو به موجود آهي. جن کي سنڌي ٻولي جا مقامي لهجا چيو وڃي ٿو. (26) گوادر ۽ اورماڙا ۾ سنڌين جي وڏي آبادي پنهنجا پنهنجا لهجا ڳالهائي ٿي. جيڪي جدگالي ۽ ٻين لهجن کان ٿورو فرق رکن ٿا.

سبي ۽ گنداواهه (ڪڇي) علائقن ۾ سنڌي ٻوليءَ جو واهپو به اهميت لهڻي. هنن هنڌن تي سنڌ جو سياسي ۽ سماجي اثر آڳاٽي دور کان موجود آهي. هي علائقا 450ع- 642ع ۾ راءِ گهراڻي جي حڪومت جو حصو هئا. چچ گهراڻي جي حڪومت به مڪران کان وٺي ڪرمان تائين ڦهليل هئي ۽ ان ۾ هي علائقا به اچي ٿي ويا. محمد بن قاسم جي سنڌ تي قبضي تائين هي علائقا سنڌ جي سرحدن ۾ شامل هئا. سمن جي حڪومت ۾ به سبيءَ وارو خطو سنڌ ۾ شامل هو. مير چاڪر خان ۽ مير گهرام خان، چام

نندي کان ڪڇ جو علائقو واپس ورتو هو. ميان يار محمد ڪلهوڙي به هي علائقا پنهنجي حڪومت ۾ شامل ڪيا، ميان نور محمد ڪلهوڙي جي حڪومت به هنن علائقن تائين ڦهليل هئي. ميان نور محمد ڪلهوڙي ڪڇيءَ وارو علائقو پنهنجي مرڻ وقت وصيت ۾ پنهنجي پٽ ميان مراداياب خان ڪلهوڙي کي ڏنو. ٽالپرن جي وقت به سبي ۽ ڪڇيءَ وارا علائقا خيرپور وارن ٽالپرن جي حڪومت ۾ شامل هئا. مطلب ته سبي ۽ ڪڇي (گندا واهه) قديم وقت کان سنڌ جو حصو پئي رهندا آيا آهن. اهو ئي سبب آهي ته هتي سنڌي ٻولي وڏي ويجهي ۾ مادري زبان طور ڳالهائبي آئي آهي.

## حوالا ۽ سمجهاڻيون


(1) سنڌي، ر ڪ، سنڌو سڀيتا: آرين ۽ دراوڙن وارو مفروضو، حيدرآباد، 2024ع ص: 24-26

(2) سنڌي، ر ڪ، سنڌو سڀيتا جي اوسر، حيدرآباد، 2024ع ص: 123-124

(3) سنڌي، ر ڪ، سنڌو سڀيتا جي اوسر، حيدرآباد، 2024ع ص: 123-124

(4) سنڌي، ر ڪ، سنڌو سڀيتا جي اوسر، حيدرآباد، 2024ع ص: 131-133

(5) Autobiography Mir Ahmed Yar Khan, “Inside Balochistan” Karachi, 1975

ريفرنس: داد محمد خادم بروهي، سبي جي ٻولي، حيدرآباد، 1992ع، ص: 7

(6) Mr. Ahmed Yar hkan Baluch, Inside Baluchistan, an autobiography, Karachi, Royal Book company, 1975, pp. 4 and 5.

(7) جوڻيجو، ڊاڪٽر عبدالجبار، سنڌي زبان جي ماهيت، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2006ع، باب ڇهون محاورا،

(8) بلوچ، نبي بخش خان (ڊاڪٽر)، پيلاين جا پول، زيب ادبي مرڪز، حيدرآباد، 1970ع (ٻيو ڇاپو) ص 73-74 .

(9) جوڻيجو، ڊاڪٽر عبدالجبار، سنڌي زبان جي ماهيت، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2006ع، باب ڇهون محاورا

(10) بروهي، داد محمد خادم، سبيءَ جي سنڌي ۽ سندس اهميت، ٽماهي مهراڻ1981 ع (3)، جولاءِ - سيپٽمبر 1981ع، ص: 18

(11) جوڻيجو، ڊاڪٽر عبدالجبار، سنڌي زبان جي ماهيت، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2006ع، باب ڇهون محاورا

(12) بروهي، داد محمد (ڊاڪٽر)، سبي خطي ۾ سنڌيءَ جي مختلف محاورن جو مطالعو، ص:

(13) الانا، غلام علي، سنڌي ٻولي جي لساني جاگرافي، ڄامشورو، 1979، ص: 84-85

(14) جوڻيجو، ڊاڪٽر عبدالجبار، سنڌي زبان جي ماهيت، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2006ع، باب ڇهون محاورا، ص:

(15) پٺاڻ، آغا نور محمد، رنڇ ۾ رڙيون، بارکان ۾ سنڌين سان هڪ شام، عوامي آواز ڪراچي، 23 آڪٽوبر 2016ع مقالو، فيس بوڪ آغا نور محمد پٺاڻ جي وال تان، 24 آڪٽوبر 2020ع

(16) Jahani, Carina; Korn, Agnes; Gren-Eklund, Gunilla (2003). The Baloch and Their Neighbours: Ethnic and Linguistic Contact in Balochistan in Historical and Modern Times. Reichert. P. 172.

(17) “Pakistan Economist”. October 1975.

(18) *Illustrated Weekly of Pakistan. Pakistan Herald Publications. 1964. P. 30. Jadgals who migrated from Sind via Bela to Panjgur.*

(19) Field, Henry (1970). Contributions *to the Physical Anthropology of the Peoples of* India. Field Research Projects. P. 197.

(20) ScholarlyCommons :: Home”. Repository.upenn.edu. Retrieved 2023-06-30.

(21) Delforooz, Behrooz Barjasteh (2008). "A sociolinguistic survey among the Jagdal in Iranian Balochistan". In Jahani, Carina; Korn, Agnes; Titus, Paul Brian (eds.). *The Baloch and others: linguistic, historical and socio-political perspectives on pluralism in Balochistan*. Wiesbaden: Reichert Verlag. pp. 27-28, 23–44. See also:

Jahani, Carina; Korn, Agnes; Titus, Paul Brian (2008). The *Baloch and Others: Linguistic, Historical and Socio-political Perspectives on Pluralism in Baloch*istan. Reichert Verlag. P. 28.

(22) بروهي، داد محمد خادم، سبي جي پولي، حيدرآباد، 1992ع ص: 5

(23) سمون، الهه بچايو يار محمد، سير ڪوهستان، حيدرآباد، 1971ع، ص: 122

(24) شيدائي، رحيم داد مولائي، جنت السنڌ، حيدرآباد، 1957ع ص: 22

(25) پٺاڻ، آغا نور محمد، رنج ۾ رڙيون، سنڌ کان ٻاهر رهندڙ سنڌين جي به سارَ لهو!!، عوامي آواز ڪراچي، 2 آڪٽوبر 2016ع
(26) الانا، غلام علي، سنڌي ٻولي جي لساني جاگرافي، ڄامشورو، 1979، ص: 134

باب: سورنهون

# بلوچستان ۾ سنڌين جا مذهبي ماڳ

بلوچستان جي سرزمين سان سنڌ جي ماڻهن جون نه فقط لساني پر تهذيبي، ثقافتي ۽ مذهبي وابستگيون رهيون آهن. سنڌ جي هن قديم سرزمين تي ڪيترائي اهڙا ماڳ مڪان موجود آهن. جن سان سنڌي ٻولي ڳالهائيندڙن جي جذباتي وابستگي آهي. مذهبي ماڳن ۾ لاهوت لامڪان جا تڪيا، شاهه بلاول نوراني ءَ جي درگاهه ۽ هنگلاج جا مندر سنڌي ٻولي ڳالهائيندڙ عقيدتمندن جو آماجگاهه رهيا آهن. سنڌ جي ڏار ڏار حصن ۽ ڏورانهن ماڳن مان عقيدتمند ڪهي اچي هنن مذهبي آستانن تي حاضري ڀريندا آهن. شاهه بلاول نوراني ءَ جو تڪيو ته لطيف سائين جي ڪلام جو هڪ اهم موضوع ٿي رهيو آهي. لاهوت لامڪان ڏانهن جوڳين ۽ سامين جا سفر سنڌي ثقافت جا خوبصورت نمونا آهن. بلوچستان جي ثقافتي ماڳن جي ذڪر کان سواءِ خود سنڌ جي ڪهاڻي اڌوري لڳندي.

<u>هنگلاج مندر</u>

بلوچستان جي علائقي لسٻيلي ۾ سنڌي ڳالهائيندڙن جو وڏي ۾ وڏو زيارتي ماڳ هنگلاج ماتا جو مندر آهي. هنگلاج هنگول ندي جي ڪناري تي واقع آهي. هنگلاج ماتا کي هنگلاج ديوي، هنگلولا ديوي ۽ ناني مندر به چيو ويندو آهي. مسلمان ان کي امان هنگلاج، ناني هنگلاج يا مائي هنگلاج سڏيندا آهن. هندن جو عقيدو آهي ته پاروتي ماءُ جو ڪالي روپ آهي. مقامي مسلم روايتن موجب ته هنگلاج ناني، لاهوت لامڪان آئي هئي جتي چلو ڪاٽيو هئائين. لاهوت لامڪان ۽ شاهه بلاول نوراني ءَ جي ماڳن ۽ مڪانن وانگر هنگلاج جا مندر پڻ سنڌين جا قديم تيرٿ آهن، جتي نانگا هلي اچي ناني ءَ جي زيارت ڪندا آهن. هتي هر سال قديم زماني کان هزارين ياتري مختلف شهرن کان اچي رهندا آهن. جنهن ڪري هتي سنڌ جي هندن اوتارا، ڌرم شالائون ۽ مهمان سرائون جوڙايون آهن ۽ سندن طرفان سنڀاليون وينديون آهن.

''وئا جي هنگلور ته ڪرمين ملنداءِ ڪاپڙي''

سنڌ جون سنڌو ماٿري جي سڀيتا واري دور کان لس ٻيلي واري علائقي، ان جي اتر ۽ اولهه طرف ايراني مڪران ۾ ڪرمان تائين سرحدون رهيون آهن. راءِ گهراڻي جي حڪومت واري زماني سميت برهمڻ گهراڻي جي حڪومت ۾ به ڪرمان تائين، سنڌ جي حڪومت جي سرحد رهي آهي. ان ڪري انهن علائقن ۾ مختلف هنڌن تي ڌرمي آستان ۽ ماڳ مڪان رهيا آهن. اڄ به انهن ماڳن مڪانن ۽ ڌرمي آستانن جي وارثي سنڌي ڳالهائيندڙ ڪري رهيا آهن ۽ اتي پنهنجي سنڌي زبان جو ڦهلاءُ ڪيو آهي.

راءِ گهراڻي جي حاڪم راءِ ديوائج، هنگلاج جي مندرن جي مرمت ڪرائي ۽ هڪ ٻيو مندر قلات جي جبلن اندر ٺهرايائين(1). اهڙيءَ طرح هڪ مندر لس ٻيلي کي ڪجهه مفاصلي تي جبلن ۾ ٺهرايائين، جنهن کي گندراڻي به چوندا هئا، جنهن جو اصلي نالو راڻڪ ديوي هو. راجا چچ حاڪم ٿيڻ کان پوءِ، مڪران جي سرحد ٺيڪ ڪرڻ لاءِ، پهرين ارمابيل (لس ٻيلي ۾) آيو، جتي هو پنهنجي نواب سان ملي واپس روانو ٿي ويو. (2) شاهه لطيف ڀٽائي پنهنجي شاعري ۾ هنگلاج جو ڪيئي ڀيرا ذڪر ڪيو آهي.

جوڳي ٿين نه يار ڪنهين سين قريب ٿي
انئي ڀهر ان جي آهي ”ناني“ ڏانهن نهار

<u>لاهوت لا مڪان</u>

لاهوت لا مڪان موجوده بلوچستان جي خضدار ضلعي جي ساروڻو واري علائقي جي ٿاڪرُو سلسلي ۾ آهي. هي ماڳ قديم زماني کان سنڌ جي صوفين، جوڳين، سنياسين ۽ عارفن جي چلي ڪاٽڻ ۽ زيارت گاهه جو مرڪز رهيو آهي. سڄي سنڌ مان عقيدتمند قافلن جي صورت ۾ هن زيارت گاهه تي ايندا رهندا آهن، هتي هر وقت سنڌين جو ميلو متل هوندو آهي. هي ماڳ هر سال

هزارين ياترين کي پاڻ ڏانهن متوجهه ڪري ٿو. مختلف علائقن کان آيل ياتري لعل شهباز قلندر جي درگاهه کان شروع ٿي وادي ڏانهن پندرهن ڏينهن جي ياترا ڪن ٿا ۽ رستي ۾ ننڍن مزارن تي ترسي پوندا آهن. هن زيارت گاهه سان منسوب بزرگ جو تعلق سنڌ جي حڪمران ڄام نظام الدين جي دور سان آهي. هي بزرگ سما دور ۾ ان علائقي ۾ وچي آباد ٿيو.

<u>لاهوت جبل ۽ غار</u>

لاهوت هڪ آبشار نما نهايت اوچي جبل تي غار وانگر جڳهه آهي. لاهُوت قديم زماني کان صوفين، جوڳين، سنياسين ۽ بزرگن جي چله ڪشي ۽ زيارت گاهه وارو آستان رهيو آهي. لاهوت لامڪان وارو ماڳ ڪراچي ۽ حب کان لاهوت ايندڙ روڊ جي اولهه ۾ بلند ٽڪريءَ تي آهي. لاهوت واري ماڳ تي رسڻ نهايت مشڪل ۽ اوکو ڪم آهي، جبل کي اُڀيون چاڙهيون آهن. ڪٿي ته لوهي ڏاڪڻيون به لڳل آهن. لاهوت لا مڪان، شاهه بلاول نوراني جي مزار جي ڏکڻ ۾ واقع آهي. اتان به لاهوت واري غار تي رسڻ لاءِ رستو آهي جيڪو ٽڪريون سر ڪندي لاهوت واري غار تائين اچي ٿو، پر اڪثر لاهوتي روڊ وٽان نڪرندڙ رستي سان لاهوت جي غار ڏانهن پنڌ ڪن ٿا. هيءُ رستو ور وڪڙ کائيندو خطرناڪ ٽڪريون عبور ڪندو، لاهوت واري غار ڏانهن وڃي ٿو. غار ۾ وڃڻ لاءِ لوهي ڏاڪڻ لڳل آهي. لاهوتي لوهي ڏاڪڻ وسيلي غار ۾ وڃن ٿا ۽ لاهوتي ٻڌجي وڃن ٿا. لاهوت لا مڪان ۽ سيد بلاول شاهه نوراني جي علائقي ڏانهن ٻين علائقن کان رستا نڪرن ٿا. هڪ سيوهڻ شريف کان جهانگارا باجارا اچي ٿو. جتان نئيگ شريف ۽ نغاول کان ٿيندو دريجي پهچي ٿو ۽ پوءِ لاهوت اچي ٿو. ٻيو ڪراچي ناردرن باءِ پاس کان حب کان شاهه نوراني وڃي ٿو. ٽيون رستو ڪرچات کان به لاهوت لامڪان لاءِ نڪري ٿو. چوٿون رستو جوهي کان ٽنڊو رحيم خان لوهيءَ ۽ دريجي کان ٿيندو لاهوت وڃي ٿو.

سيد بلاول شاهه نوراني

سيد بلاول شاهه نوراني جي درگاهه بلوچستان جي ضلع خضدار جي تعلقي وڍ ۾ پب جبل جي وادي ۾ نئي جي ڪپ تي هڪ اوچي ٽڪريءَ تي آهي. هي بزرگ بلاول نوراني اصل موجوده سنڌ جو رهاڪو هو، 900هه/15هين صدي عيسويءَ ۾ لاهوت (لسبيلو) ويو، جتي هميشه لاءِ ترسي پيو. اهو ڳوٺ سندس نالي سان سڏجي ٿو. پب جبل جي هنج مان مٺي پاڻي جو چشمو وهي ٿو. سندس درگاهه زيارتين لاءِ هر وقت کليل رهي ٿي، پري پري کان عقيدتمند درگاهه تي اچي حاضري ڀريندا آهن. عام رايو آهي ته انهي علائقي ۾ ڀهرين گوڪل نالي هندو راڄ ڪندو هو، جنهن کان شاهه بلاول نوراني مقابلو ڪري اهو علائقو فتح ڪيو.

بلوچستان جي ضلعي لسبيلي جي 1907ع واري گزيٽ ۾ بلاول شاه نوراني جو ذڪر ملي ٿو ته پاڻ 1495 ع ۾ سنڌ کان سفر ڪري هن ماڳ تي آيو ۽ گوڪل نالي ديو جي باغ ۾ قيام پذير ٿيا. تحفته الڪرام جو مصنف مير علي شير قانع ٺٽوي لکي ٿو ته، ’’شاه بلاول نوراني پنهنجي علائقي جا مجذوب شخص هئا ۽ انهيءَ جنون جي پيش نظر علائقي جي ماڻهن ۾ سندس پذيرائي وڌڻ لڳي، ۽ ماڻهو وٽس مرادون کڻي اچڻ لڳا. نئيگ شريف جي جيلاني خاندان وٽ روايت آهي ته شاه بلاول نوراني جو تعلق نئيگ شريف جي جيلاني خاندان سان آهي. بلوچستان جي زيدي علائقي ۾ رهندڙ سندن ڀڙ ڏاڏو پير سيد ڪمال شاه جيلاني ۽ شاه بلاول نوراني پاڻ ۾ ڀائر هئا. شاهه بلاول نوراني زيديءَ مان سفر ڪري اول سنڌ جي علائقي نئيگ شريف ۾ آيا، جتان سفر ڪري لاهوت واري علائقي ۾ رهائش پذير ٿيا. نئيگ جي جيلاني خاندان جو درگاه شاه بلاول جي گادي نشيني ۾ به حصو آهي ته ان علائقي ۾ سندن پيري مريدي پڻ آهي. سيد بلاول شاه نوراني سيد گهراڻي جو چشم چراغ هئا. سنڌ جي نئيگ شريف جو جيلاني خاندان پنهنجي حسب نسب ۾ سيد بلاول شاه نوراني جو به ذڪر ڪري ٿو. سيد بلاول شاه نوراني جي عرس جي موقعي تي سڄي ملڪ منجهان ماڻهو اچي گڏ ٿيندا آهن. عرس هر سال 10 رمضان

تي منعقد ٿيندو آهي ۽ 3 ڏينهن جاري رهندو آهي. جنهن ۾ هر مذهب جا عقيدتمند شريڪ ٿيندا آهن. ميلي ۾ بازارون به لڳنديون آهن. هر طرف جيئي شاهه جبل ۾ شاهه جا نعرا گونجندا آهن. **(3)**

<u>حوالا ۽ سمجهاڻيون</u>

(1) کتري، رامچند ايس، شري هنگلاج جي ياترا، ڪراچي، اچي قبر رامپارٽ روڊ، 74- 1973ع ص 172.

(2) الانا، غلام علي، سنڌي ٻولي جي لساني جاگرافي، ڄامشورو، 1979، ص: 86، 88

(3) بلوچ، ڊاڪٽر نبي بخش، ٻيلاين جا ٻول، ثقافت کاتو، حڪومت سنڌ، ڪراچي، 2014ع مختلف باب

باب سترنهون

## بلوچستان ۾ سنڌو سڀيتا جا قديم ماڳ

موجوده بلوچستان هزارين سالن کان سنڌ جو حصو رهيو آهي. سنڌو سڀيتا جا قديم ماڳ، بلوچستان سميت پاڪستان جي مڙني صوبن سميت افغانستان ۽ هندستان جي مختلف رياستن ۾ مليا آهن. ڇو جو اڄ کان سايا 9 هزار سال اڳ انهن مٿين ملڪن جا ڪجهه حصا سنڌو سڀيتا جي وارثن جي حڪومت هيٺ ۽ سرحدن ۾ شامل هئا. اسان هتي فقط موجوده بلوچستان ۾ سنڌو سڀيتا جي قديم ماڳن جو ذڪر ڪنداسين. جن ۾ مهر ڳڙهه، ڪڙي گل محمد، دمب سادات، ستڪاجن در، نال، راڻا گنڊئي، بالاڪوٽ، دشتو، ستڪا ڪوهه، تربت، شاهي تمپ، واهل، بيلا، ڪولي، نندرا، نوڪجا شاهه، نندوري، ڪناڙ، ميهي، سرخ ڏنپ،

خضدار، انجيرهه، پناٽي ڏمپ، ڪوٽرا، سياهه ڏنپ، قلات، گاند ڏمپ، ڪرتا، ٿوگائو، بابر ڪوٽ، شوجنگل، ڪناڙي، ڪيچي بيگ، ڪوئيٽا مري، مغل گندائي، پيراٽو گندائي، دبر ڪوٽ ۽ ٻيا شامل آهن. (1)

## مهرڳڙهه

مهرڳڙهه جا قديم آثار موجوده بلوچستان جي بولان لڪ وٽ مليا آهن. فرانسيسي آرڪيالاجيڪل مشن جي ڊائريڪٽر ڄان زيري تازو انهن قديم آثارن کي ڳولهي لڌو آهي، جيڪي نئين پٿر دؤر سان واسطو رکن ٿا. انهن آثارن جي عمر سادا 7 هزار ق – م مقرر ڪئي وئي آهي. ماهرن مهرڳڙهه کي ايشيا جي پهرين زرعي وسندي ڪوٺيو آهي. هتي جي رهاڪن سڀ کان پهريان هڪ زرعي سماج جو بنياد وڌو ۽ ٻنيون کيڙي فصل اپائڻ جي شروعات ڪئي. (2) (3)

## نال

موجوده بلوچستان جي جهالاواڻ علائقي ۾ نال جي قديم آثارن مان شهري تمدن ۽ ڳوناٽي ثقافت جي ٻنهي دورن جا آثار مليا آهن. سر وهيلر نال بابت چوي ٿو ته اتي جيڪا تمدن اڀري، سا موهن جي دڙي کان اڳ جي آهي. (4) نال شهر جي کوٽائي 1925ع ۾ مسٽر هارگريوز ڪرائي. هي شهر به مختلف وقتن تي آباد رهيو آهي. هن شهر بابت هارگريوز جو پڻ اهو ئي رايو آهي ته هن شهر جي اوائلي تهه تي هڪ ڳوناٽي بستي وسيل معلوم ٿئي ٿي. جتان پٿر جا اوزار لڌا ويا آهن. (5)

هتان مليل نڪر جا ٿانون ۽ زيور هوبهو موهن جي دڙي ۽ هڙاپا مان مليل سامان جهڙا آهن. ٿانون تي سنا چٽ ۽ سهڻيون شڪليون چٽيل آهن. کوٽائي دوران ٽامي ۽ ڪٽ جا ٿانو ۽ هٿيار به مليا آهن. سندن گهرن جي پيڙهه پٿر جي هوندي هئي. انهن

گهرن مان مهرون، پٿر جا زيور، ۽ مٽيا لڌا ويا آهن. جڏهن ته سندن گذر سفر پوکي راهي ۽ مال چارڻ تي هوندو هو.

## ڪڙي گل محمد

ڪڙي گل محمد جا قديم آثار ڪوئيٽا شهر کان 3 ميلن جي فاصلي تي آهن. نيچرل هسٽري ميوزم آف آمريڪا جي هڪ ماهر والٽر سروس 51-1950ع ۾ صوبي بلوچستان جي ڪوئيٽا ماٿر ۾ قديم آثارن جي چوک چڪاس ڪندي، هيءُ هنڌ ڳولي لڌو. (6) هن کي اتي پوئين پٿر واري زماني جي شروعاتي دور جا تهه مليا آهن. انهيءَ دور جي ماڻهن کي مٽيءَ جا ٿانون ناهڻ به ڪونه ايندا هئا. (7) هتان ڪٽ جي دور کان اڳ ٺهيل پٿر جا اوزار لڌا آهن. هتان جا رهاڪو ڪچيءَ مٽيءَ جي گهرن ۾ رهندا هئا. ريڍون پاليندا هئا ۽ کيتيءَ کان پڻ واقف هئا. جنهن مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته هو انهن جو گوشت پڻ کائيندا هئا. هيءَ بستي مشهور ”شهري تمدن“ کان تمام گهٽي اڳ جي ”ڳوٺاڻي ثقافت“ جي دور جي ڳوٺاڻي آبادي هئي. جنهن جي عمر ماهرن 4200 ق-م مقرر ڪئي آهي. (8)

## دبر ڪوٽ

دبر ڪوٽ جا قديم آثار موجوده بلوچستان صوبي ۾ لورالائي جي ڏکڻ ۾ مليا آهن. هي دڙو 113 فوٽ اوچو آهي ۽ ان جو قطر 1255 فوٽ آهي. دبر ڪوٽ قندار ڏانهن ويندڙ پراڻي پراڻي رستي تي واقع آهي. هن دڙي جي مٿانهين تهه ۾ سنڌو ماٿري جي دور جون باقيات مليون آهن. جيڪڏهن وڏيڪ کوٽائي ڪرائي وڃي ته هيٺين تهن مان ان کان اڳ جي رهاڪن جي باقيات ملڻ جي اميد رکي سگهجي ٿي. (9)

## دمب سادات

ڪوئيٽا کان 10 ميل پري قلات ڏانهن ويندڙ رستي تي سنڌو سڀيتا جي وارثن جي هڪ اهم بستي دمب سادات ملي آهي. جنهن جي 1942ع ۾ آثار قديمه جي هڪ ماهر سٽوارٽ پگٽ کوٽائي ڪرائي. دمب سادات ۾ زمين جي اصل سطح تائين کوٽائي ڪرائي وئي. جتان آباديءَ جا 3 تهه مليا آهن. آخري تهه مان اعلى قسم جي مٽيءَ جا برتن مليا آهن. مٿئين تهه مان هڪ چبوترو مليو آهي. جنهن جي بنياد جي ڪنڊ ۾ پٿرن سان تعمير ٿيل هڪ تهه خانو مليو آهي. جتان هڪ ديوي جي مورتي ملي آهي. مورتي هڪ ننڍي پليٽ فارم تي نصب ٿيل آهي. جنهن متعلق چيو وڃي ٿو ته اها ذهوب ديوي جي مورتي آهي. (10)

هن دڙي جي کوٽائي مان معلوم ٿئي ٿو ته هتي جا ماڻهو گهر ٺاهي رهندا هئا. سنڌن گهرن جي پيڙهه ۾ پٿر استعمال ٿيل هوندو هو ۽ مٿي اوساري مٽيءَ جي سرن جي ٿيل هوندي هئي. ڪٿي ڪٿي پٿر به استعمال ٿيل هوندو هو. (11) سنڌن گهرن جي ڪوٺين ۾ عام طرح پٿرن جو فرش لڳل هوندو هو ۽ ڪمري جي هڪ ڪنڊ ۾ چلهه پڻ ٺهيل هوندي هئي. دڙي جي کوٽائي مان مٽيءَ جا ٺهيل بت ۽ مورتيون ڪافي انداز ۾ مليون آهن، جيڪي ماتا ديويءَ جون مورتيون معلوم ٿين ٿيون. جن جي ڳچين ۾ مڻين جا هار پيل آهن ۽ انهن جا وار چيلهه تائين لڙڪندڙ آهن. ماتا ديوي جي مورتين کان سواءِ ڪونهه نما ڍڳن ۽ گهوڙن جا مجسما پڻ مليا آهن. ماهرن جي چئي مطابق هي گهوڙن جي قديم شڪل آهي، جيڪا ننڍي کنڊ ۾ اڄ تائين ڪانه ملي آهي. ان ڪري معلوم ٿئي ٿو ته دنيا ۾ پهريون دفعو گهوڙا دمب سادات وارن پاليا. (12)

شهر جي چوڌاري هڪ ڪوٽ جا آثار مليا آهن. جيڪو شايد اتان جي رهواسين شهر جي حفاظت لاءِ اڏيو هجي. (13) هتان ملندڙ باقيات، موهن جي دڙي جي رهواسين جي ملندڙ باقيات سان ڪافي حد تائين مشابهت رکي ٿي. اهڙيءَ طرح هيءَ بستي سنڌو سڀيتا جي شهري تمدن جي وارثن جي هڪ اهم بستي آهي، جيڪا بلوچستان جي ڪوئيٽا ماٿر ۾ ملي آهي.

## ستڪاجن در

ستڪاجن در جا قديم آثار مڪران جي سامونڊي علائقي ۾ درياهه دشت جي ڪناري تي مليا آهن. جيڪي ڪراچيءَ کان 300 ميل پري اولهه طرف ۽ سمنڊ جي ڪناري کان 25 ميل اتر طرف آهن. شروعات ۾ هي دڙو آريول اسٽائن 28-1926ع جي وچ ۾ ڳولهي هٿ ڪيو ۽ ان جي قديم هئڻ جي نشاندهي ڪئي. (14) بعد ۾ هن بستي جي وڌيڪ چوڪ چڪاس 1960ع ۾ پنسليوانيا يونيورسٽي آف آمريڪا جي ميوزم طرفان ڊاڪٽر جارج ايف ڊيلز ڪئي. (15) اسٽائن شروعات ۾ هتي ڪجهه خندقون کوٽايون. جن ۾ 8-9 فوٽ هيٺ زمين مان ٺڪريون لڌيون. کيس کوٽاين مان هڪ قلعي جا آثار به مليا. جيڪو هڪ ٽڪري تي تعمير ٿيل هو. اهو قلعو مستطيل شڪل جو آهي ۽ اتر اولهه پاسي 17 وال ڊگهو ۽ اوڀر طرف 125 وال ويڪرو آهي. ان قلعي جي اوساري پٿر جي چورس سرن سان ٿيل آهي. جيڪي وري گاري سان لنبيل آهن. (16) ان قلعي جي اولاهين حصي ۾ هڪ دروازي جا آثار مليا آهن. جيڪو تقريبن 8 فوٽ ويڪرو آهي. انهي دروازي جي ٻنهي پاسن تي مستطيل شڪل جا برج تعمير ٿيل آهن. (17) قلعي جي اندر تعميراتي آثار مليا آهن. جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته اهو قلعو شهر وارن پنهنجي حفاظت لاءِ جوڙايو هجي ۽ دروازي تي ٺهيل برج حفاظتي مورچن جو ڪم ڏيندا هجن. جيئن ته هي شهر مڪران جي سامونڊي ڪناري تي هو. ان ڪري اڄ کان 5 هزار سال اڳ سنڌو سڀيتا جا وارث هن شهر مان بندرگاهه جو پڻ ڪم وٺندا هجن. جنهن جو ڪافي شهادتون پڻ مليون آهن. ماهرن کوٽائي مان اهو ثابت ڪيو آهي ته ان دور ۾ عراق ۽ سنڌ ۾ جيڪا جهاز راني هلندڙ هئي. انهي جهاز راني جو مرڪز هيءُ شهر به هيو ۽ هتي پڻ سامونڊي ٻيڙا اچي لنگر هٽندا هئا.(18)

هن بستي جي باشندن جو اهم پيشو واپار هيو. جيڪو هو سمنڊ رستي عراق وغيره سان ڪندا هئا. هي ماڻهو سمنڊ کي ويجهو هئڻ ڪري ۽ ان سان لاڳاپيل رهڻ ڪري ماهي گيري، ڪشتي باني جي فن ۾ پڻ ماهر هيا. (19)

## راڻا گنڊئي

بلوچستان ۾ راڻا گنڊئي ۾ آبادي جا پنج تهه دريافت ٿيا آهن. جن مان ٻن صفا شروعاتي تهن ۾ ڳوٺاڻي ثقافت جا آثار مليا آهن. هي آثار، جن جي اي جي راس 1951 ۾ چوڪ چڪاس ڪئي، تن جا مٿيان تهه شهري تمدن جي دور سان واسطو رکن ٿا. هيٺين تهن تي رهندڙ ماڻهو پهريان ته هٿ جا ٺهيل سادا ٿانون ۽ پٿر جا اوزار استعمال ڪندا هئا، جانور پاليندا هئا ۽ جهوپڙين ۾ رهندا هئا. ان ڪان مٿئن تهه جا رهاڪو انهن ڪان ٿورو سڌريل معلوم ٿين ٿا. ڇو جو هو چڪ تي ٿانون ٺاهيندا هئا ۽ انهن کي خوبصورت بنائڻ لاءِ مٿن چٽسالي ڪندا هئا. سندن ٿانون تي پهريان ڳاڙهي ۽ هيڊي رنگ جا تهه ڏنل آهن. انهن جي مٿان ڪاري رنگ جي مصالحي سان چٽسالي ٿيل آهي. (20) قديم آثارن جي ماهر اي جي راس کي هتان ماتا ديوي جا بت به هٿ آيا آهن. (21)

## بالاڪوٽ

بالاڪوٽ جا قديم آثار بلوچستان جي ضلعي لسٻيلي ۾ سونمياڻي بندر ويجهو حب ندي جي ڪناري تي واقع آهن. هن ماڳ جي کوٽائي جي رٿا هڪ ماهر جارج ايف ڊيلز، ڪيلي فورنيا يونيورسٽي جي هٿ هيٺ تيار ڪئي. 1996ع ۾ هن ماڳ تي چوڪ چڪاس جو ڪم شروع ٿيو.

کوٽائيءَ دوران هتان پڪين ۽ ڪمرن جي فرشن جا آثار مليا آهن. هن ماڳ مان ڪيترائي اهڙا ڪمرا مليا آهن، جن ۾ سرن ۽ پٿرن جو ناليون ۽ صحيح سالم حالت ۾ مرتبان مليا آهن. ماڳ جي الهندي حصي تي ڪيتريون ئي اوچيون ديوارون مليون آهن، جن کي پبلڪ ائڊمنسٽريشن جون عمارتون سڏي سگهجي ٿو. هتان جي رهواسين جو واپار اهم ذريعو هيو ۽ ماهگيريءَ جي فن کان پڻ واقف هئا. ان ڪري ٻيڙيون ٺاهڻ جي هنر ۾ ماهر هئا. هو پنهنجن ٻيڙين کي هڪالي نه صرف سمنڊ رستي ايراني نار ۾ پهچندا هئا، پر ان کان اڳتي مصر تائين سفر ڪندا هئا. (22)

حوالا ۽ سمجهاڻيون


(1) سنڌي، رڪ، سنڌو سڀيتا جا قديم ماڳ، حيدرآباد، 2024، ص: 12

(2) پنهور، ايم ايچ، ”سنڌ جي تاريخ.... تحقيق ۽ اشاعت“ ٽماهي مهراڻ، حيدرآباد، 1984، شمارو 2، ص- 163-169

(3) سنڌي، رڪ، سنڌو سڀيتا جا قديم ماڳ، حيدرآباد، 2024، ص: 78

(4) Wheeler, S.M "The Archaeology of Pakistan", "The Cultural Heritage of Pakistan" P-21

(5) Hazgreaves, H, "Excavations in Baluchistan" M.A.S.I No:35 Delhi – 1927.

(6) بخاري، محمود شاهه، ”تاريخ بلوچستان“ ڪوئيٽا 1983ع، ص-23

(7) Servis, Fair "Preliminary report on the Pre Historic Archeology of Afghanistan, Baluchi Areas" American Museum of National History 1952

(8) Panhwar, M.H, "Chronological Dictionary of Sind" Jamshoro.

(9) صديقي، محمد ادريس، سنڌو ماٿر جي سڀيتا، حيدرآباد، 1979ع، ص-55

(10) بخاري، سيد محمود شاهه، ”تاريخ بلوچستان“ ڪوئيٽا 1983ع، ص-22-23

(11) ڪاڪ، لزلي ايل ”قديم ترين بلوچستان“ ماهه نو ڪراچي، آڪٽوبر، 1951ع، ص- 44-46

(12) ڪاڪ، لزلي ايل ، ساڳيو

(13) پٺي، رشيد، پاڪستان جا پراڻا شهر، ڄامشورو، 1981ع، ص: 44-45

(14) Steinn, Sir, A, "An Archaeological Tour in Waziristan & Baluchistan", M.A.S.I. No: 37, Delhi 1929

(15) بخاري، سيد محمود شاهه، ''تاريخ بلوچستان'' ص-25

(16) Sorly, H.T, "Gazetteer of Sindh" P-112

(17) صديقي، محمد حنيف، ''سنڌو ماٿر جي سڀيتا'' ص-54

(18) Stien, Sir, A, "An Archaeological Tour in Gedorosia" M.A.S.I No: 43 Delhi 1931, P-71

(19) صديقي، ص-54

(20) صديقي، محمد ادريس، ''سنڌو ماٿر جي سڀيتا'' ص-25-26

(21) بخاري، سيد محمود شاهه، تاريخ بلوچستان، ص-23

(22) سنڌي، ر ڪ، سنڌو سڀيتا جا قديم ماڳ، حيدرآباد، 2024، ص: 89


باب ارڙنهون

# بلوچستان جا سنڌي شاعر

موجوده بلوچستان ۾ سنڌي زبان اتان جي اصلوڪن رهواسين جي مادري زبان رهي آهي. لسٻيلي، مڪران، سبي، ڪڇي، جهالاوان ۽ بلوچستان جي ٻين علائقن ۾ سنڌي ٻولي نه فقط وڏي ويجهي آهي، پر اتان جي تهذيب ۽ ثقافت تي پڻ پنهنجا گهرا اثر ڇڏيا آهن. سنڌي ٻولي بلوچستان جي مختلف علائقن ۾ اهي ماڻهو به ڳالهائيندا آهن، جن جي اها مادري زبان نه رهي آهي. ان ڪري ان چوڻ ۾ ڪوبه وڌاءُ نه ٿيندو ته سنڌي ٻولي اڄ به بلوچستان جي گهڻ ڳالهائي ويندڙ عوامي ٻولي آهي. جنهن کي سنڌين کان وڌيڪ ٻيون ٻوليون ڳالهائيندڙ پاڻ ۾ رابطن لاءِ استعمال ڪري رهيا آهن. ڪيترن ئي بلوچن ۽ بروهين ته سنڌي زبان کي پنهنجي مادري زبان طور اختيار ڪيو آهي. جهل رياست جا مگسي نواب، گهرن ۾ سنڌي زبان ڳالهائين ٿا. جهل دراصل مگسين جي رياست آهي. هن اسٽيٽ جو نواب قيصر خان مگسي چوندو هو ته اسان سنڌ مان لڏي آيل سماٽ آهيون .(1) نواب قيصر خان جو فرزند نواب گل محمد خان مگسي سنڌي زبان جو وڏو شاعر ٿي گذريو آهي. سندس ڪافيون مشهور آهن. ٻئي طرف 1987ع ۾ بلوچستان اسيمبليءَ ۾ سردار چاڪر ڊومڪيءَ هڪ رٽ تي ويچارن جي ڏي وٺ ڪندي ٻڌايو هئو ته بلوچستان ۾ سنڌي ڳالهائيندڙ ڪل آباديءَ جو چوٿون حصو آهن. هن بلوچستان سرڪار تي زور پريو هئو ته ڪوئٽا ريڊيو ۽ ٽي وي تان سنڌي پروگرام هلايا وڃن. ان وقت جي وڏي وزير ڄام غلام قادر، ان رٽ جي حمايت ڪئي هئي ۽ چيو هئو ته اهو ان معامري تي وفاقي سرڪار سان ڳالهائيندو.(2)، (3)

ڊاڪٽر غلام علي الانا موجب ”لس ٻيلي ۾ سنڌي زبان جا ڪيترائي شاعر پيدا ٿيا آهن. جن جي ڪلام جو اثر سنڌ تائين وڌيو. انهن شاعرن مان ڪن جو ذڪر ڊاڪٽر بلوچ سندس ڪتاب ’ٻيلاين جا ٻول‘ ۾، ۽ الله بچائي سمي سير ڪوهستان ۾ ڪيو آهي.“ (4)

”ڊاڪٽر بلوچ صاحب ’ٻيلاين جا ٻول‘ ڪتاب ۾ لس ٻيلي جي شاعرن جو چيل سنڌي ڪلام گڏ ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾

ڊاڪٽر بلوچ شيخ ابراهيم، شيخ حمر، شيخ بکر، ڪبير شاهه، احمد شاهه، نم ۽ دوس محمد کان سواءِ ڏار ڏار قبيلن جهڙوڪ سناسياڻي، رونجها، براديا، باڪرا ۽ موندرا مان پيدا ٿيل شاعرن جي ڪلام جو ذڪر ڪيو آهي." (5) "لس ٻيلي ۾ سنڌي ٻوليءَ جي پهچ، پکيڙ، پرچار ۽ اثر جو هڪ ٻيو وڏو ڪارڻ شاهه لطيف جو ڪلام پڻ رهيو آهي، جو لس ٻيلي جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ مقبول آهي. هت شاهه جي رسالي جا وڏا ڄاڻو سگهڙ ۽ فقير موجود آهن. داد محمد خادم بروهي لکي ٿو ته، "ٻيلي جي شاعري بلوچستان ۾ سنڌي ادب جي لازوال خزاني جي حيثيت رکي ٿي، 20 صديءَ جي پهرئين اڌ ۾ سنڌ توڙي بلوچستان جي ڏات ڌڻين ٻنهي صوبن ڏانهن پنهنجي اچ وڃ سان پنهنجن تخليقن ذريعي، سنڌي علم ۽ ادب جي شمع کي روشن رکندي، ان کي مختلف صنفن سان مالامال ڪري ڇڏيو. ٻنهي خطن جي اهڙن ادبي ناتن سبب سنڌي ادب ۾ مختلف بابن جو اضافو ٿيو." (6)

<u>صوفي شاعر رکيل شاهه</u>

ڪڇي ضلعي جي، جهٽ پٽ تعلقي جي ڳوٺ فتح پور ۾ سنڌي زبان جو مشهور صوفي شاعر رکيل شاهه ٿي گذريو آهي، جنهن جي مزار به اتي ئي آهي. رکيل شاهه جو واسطو شاهه عنايت جهوڪ واري جي درگاهه سان سندس مريدن ۽ فقيرن وارو هو. هت رکيل شاهه جو هر سال ميلو لڳندو آهي، جنهن ۾ هزارن جي تعداد ۾ مريد ۽ پوئلڳ اچي گڏ ٿيندا آهن. هن موقعي تي مزار جي دروازي جي سامهون رکيل شاهه جو چيل ڪلام ڳايو ويندو آهي. هن ميلي ۾ راڳ جي محفل پڻ ٿيندي آهي جنهن ۾ سنڌي زبان جا مشهور ڳائيندڙ شرڪت ڪندا آهن. رکيل شاهه جي سنڌي ڪلام جو مجموعو به شايع ٿيل آهي جيڪو سنڌي ادب ۾ وڏي اهميت رکي ٿو. رکيل شاهه جو فرزند چيزل شاهه پڻ هر سال پنهنجن فقيرن سان گڏ درگاهه شاهه عنايت تي، عرس جي موقعي تي 17 صفر تي حاضري ڏيندو رهيو. رکيل شاهه جا ڪجهه شعر هيٺ ڏجن ٿا:

ڪين ڪمايون ڪين ۾، چاڻ ته مان ڪجهه نه ڪيو،
حجتي لعنتي ملامتي، سچي سخن چيو،
مجاهدو ڪري ڏس من ۾، اندر پائي لعل ليو،
شاهه رڪيل ناهي ٻيو، حق سچاڻي هڪ ٿو ڏسان.

**

اڪيون عاشقن جون، شرم پريون شاهي،
پسڻ سان ئي پاڪ ٿيون، آين آزل آگاهي،
سدائين ستر پوش ۾، تن جو واحد ٿيو واهي،
اها چاڙهي لاهي، ”رڪيل“ سي سمجهي ويون

## صوفي شاعر چيزل شاهه

مشهور صوفي شاعر سيد چيزل شاهه پنهنجي وقت جي وڏي صوفي شاعر سيد رڪيل شاهه جو فرزند هو. سيد چيزل شاهه بلوچستان جي ڳوٺ فتح پور تعلقي گنداواهه ۾ 1332ھ مطابق 1914ع ۾ ڄائو. سيد چيزل شاهه ننڍپڻ کان وٺي صوفي شاهه عنايت شهيد جهوڪ واري جي درگاهه تي پيءُ سان گڏ حاضريون ڀريندو هو ۽ سندس شاهه شهيد جي سلسلي جي اهم شاعرن ۾ شمار ٿيندو هو. هن 21 سالن جي عمر ۾ پنهنجي پيءُ جي هٿ تي بيعت ڪري صوفي طريقي جي راهه اختيار ڪئي ۽ پيءُ جي پيرويءَ ۾ درگاهه جهوڪ شريف جي طالبيءَ ۾ رهيو. سيد رڪيل شاهه صوفيءَ جي لاڏاڻي بعد صوفي چيزل شاهه سجاده نشين ٿيو. سيد چيزل شاهه، 15شعبان 1404ھ/ 1984ع تي وفات ڪئي. کيس فتح پور ۾ ئي دفن ڪيو ويو. ”بحر العميق“ جي نالي سان سندس شاعريءَ جي ڪتاب جا ڪيترائي ڇاپا پڌرا ٿي چڪا آهن. تازو ڇاپو حڪيم اعجاز حسين چانڊيي جو ترتيب ڏنل’ بحر العميق ‘روشني پبليڪيشن، ڪنڊياري پاران 2010ع ۾ شايع ڪيو ويو. سندس ڪلام هيٺ ڏجي ٿو.

ڳولي ڏس تون ڳولي
اٿي اندر ۾ اسرار وي
پنهنجي اندر ۾ پائي ڏس جهاتي
سرآن ساڳي ذات سفاتي
آهي تنهنجي چولي چولي
ڏس دل اندر ديدار وي

چيزل پنهنجو پاڻ سڃاڻج
نفس نفي ڪري موجان ماڻج
ڪير اندر ٿو ٻولي ٻولي
اتي آڻج ايڏو اعتبار وي

قادر بخش گولو

رڪيل شاهه کان سواءِ ڳوٺ صحبت پور ۾ قادر بخش گولو سنڌي زبان جو هڪ مشهور شاعر ٿي گذريو آهي. سندس ڪلام جو مجموعو ”گلزار ڪاپاري“ جي نالي سان ڇپيل آهي.

فقير صاحبڏنو تنيو

فقير صاحب ڏنو تنيو بلوچستان جي ڪڇي ضلعي جو سنڌي شاعر هو. پاڻ ڳوٺ دادِ تنيو تعلقي ميرپور، ضلعي ڪڇي جو ويٺل هو. پاڻ هڪ اهل الله ۽ بزرگ شخص هو. سندس ڪڇي کان علاوه شڪارپور ۾ ڪيترائي معتقد ۽ مريد هئا. هو شڪارپور جي بزرگ شاعر خواجه فقيرالله علويءَ جو معتقد ٿيو ۽ ڪافي عرصي تائين اتي رهيو. اهو ئي سبب آهي، جو ان کي هرڪو شڪارپور جو رهاڪو سمجهندو هو ۽ شڪارپور جو ڄاڻايو ويو آهي. پاڻ ڪهنه مشق شاعر ۽ سگهڙ هو. سندس ٻٽ پاراتي وارا ڪيترائي شعر خطي ۾ مشهور ۽ اڄ به ماڻهن کي ياد

آهن. سندس هڪ مشهور مدح ”اغثني جي مداح“ نالي سنڌ کان علاوه بلوچستان ۾ به ماڻهن کي چڱيءَ طرح ياد آهي. ان ئي نالي سان سندس هڪ ديوان ”مدح اغثني“ شڪارپور مان شايع ٿيو. (7)

پنهنجي آخري عمر شڪارپور جي قاضين جي مسجد ۾ پيش امام ٿي گذاريائين. شڪارپور جو مشهور بزرگ مولانا ميرعبدالاحد علوي سندس خاص مريد ۽ شاگرد هو، جنهن کانئس سموري تعليم حاصل ڪئي. ڪجهه محققن موجب پاڻ 1841ع ۾ وفات ڪري ويو. جڏهن ته ڪجهه محقق سندس وفات جو سال 1834ع ڄاڻائين ٿا. سندس ميت شڪارپور مان ڪڍائي سندس مرشد جي ڳوٺ فتح پور شريف تعلقي ميرپور ضلعي ڪڇي ۾ دفنايو ويو. (8)

نانڪ يوسف

سنڌي ٻولي جو مشهور شاعر نانڪ يوسف اصل ۾ جهل مگسي ضلعي ڪڇي بلوچستان جو ويٺل هو. سندس والد جو نالو محمد هاشم هو. پاڻ ذات جو کوکر هو. سندس جنم 1792ع جهل مگسي شهر ۾ ٿيو. (9) سنڌ جي هفت زبان شاعر سچل سرمست وٽان فيض حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجو علائقو ڇڏي اچي درازا وسايائين ۽ سچل سرمست جو مريد ٿيو. پاڻ سنڌي زبان جو وڏي پائي جو شاعر ٿي گذريو آهي. ڊاڪٽر تنوير عباسي سندس ڪلام جو مجموعو ”نانڪ يوسف جو ڪلام“ نالي سان مرتب ڪري شايع ڪرايو، هي رسالو سنڌي ادبي بورڊ طرفان 1983ع ۾ شايع ڪيو ويو. نانڪ يوسف 1853ع ۾ ڳوٺ اڳڙن ۾ وفات ڪئي. (11) (10)

حوالا ۽ سمجهاڻيون


(1) الانا، غلام علي، سنڌي ٻولي جي لساني جاگرافي، ڄامشورو، 1979، ص: 79-80

(2) Sindh Express News Story, 26-11-2016 story

(3) روزاني سنڌ ايڪسپريس، نومبر 25، 2016

(4) الانا، غلام علي، سنڌي ٻولي جي لساني جاگرافي، ڄامشورو، 1979، ص: 85

(5) الانا، غلام علي، سنڌي ٻولي جي لساني جاگرافي، ڄامشورو، 1979، ص: 85

(6) بروهي، داد محمد خادم، ”بلوچستان ۾ سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جو اڀياس“، حيدرآباد، 2012ع، باب ٻيو

(7) الانا، غلام علي، ڊاڪٽر،”سنڌي ڪتابن جي ببليوگرافي“، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، 1976ع، ص 45

(8) بروهي، داد محمد خادم، ”بلوچستان ۾ سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جو اڀياس“، حيدرآباد، 2012ع، باب ٻيو

(9) بروهي، داد محمد خادم، ”بلوچستان ۾ سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جو اڀياس“، حيدرآباد، 2012ع، باب ٻيو

(10) عباسي تنوير، مرتب، نانڪ يوسف جو ڪلام، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، 1983ع، ص 21

(11) بدوي، لطف الله، ”تذڪره لطفي“، حصه اول، آر ايڇ احمد ائنڊ برادرس، حيدرآباد، 52-1953ع، ص 194

باب اوڻويهون

## سسئي جو پنهون بلوچ نه پر سنڌي هو

ڪنهن به ملڪ جي تاريخ ۾ لوڪ داستان، قصا ڪهاڻيون، شاعري، زباني روايتون ۽ پهاڪا وڏي اهميت رکندا آهن. ان سڄي مواد کي چنڊي ڇاڻي تاريخ لکڻ ۾ مددگار بڻايو ويندو آهي. ڇاڪاڻ ته اڪثر تاريخون بادشاهن ۽ حڪمرانن جا پگهاردار دلال تاريخدان لکندا آهن، جن ۾ عوام جو پنهنجي وطن جي ترقي ۽ تعمير ۾ ادا ڪيل ڪوبه ڪردار نظر نه ايندو آهي. ماضيءَ ۾ حڪمرانن جي پگهاردار تاريخدان پنهنجن ڪتابن ۾ بادشاهن کي پرهيزگار، نيڪوڪار، امت لاءِ خدا جا موڪليل خاص تحفا قرار ڏنو آهي. جڏهن ته درٻاري تاريخدانن جي ڪتابن ۾ حڪمرانن جون هڪ ٻئي خلاف اقتدار لاءِ جنگيون، عوامي ملڪيتن جي ڦرلٽ، مسڪين ماڻهن جي ننگن جي عزت تار تار ڪرڻ، پنهنجي ئي پائرن کي بادشاهي بچائڻ لاءِ قيد ڪرڻ يا سازشون ڪري ۽ ازيتون ڏئي مارائڻ کان سواءِ ٻيو ڪوبه ڪارائتو مواد موجود ناهي. هتي ته حڪمرانن اقتدار بچائڻ لاءِ پنهنجن ئي پٽن کي ڏارين حڪمرانن وٽ گروي رکڻ کان به نه شرمايو آهي. ماضيءَ جون تاريخون خانداني جنگين، هڪ ٻئي جي زالن کي پنهنجي حرم ۾ شامل ڪرڻ لاءِ سازشن ۽ مڪارين سان ڀريون پيون آهن. ماضيءَ ۾ جيڪڏهن عوام جي تاريخ بابت ڪا پڙتال ڪرڻي آهي ته انهن لوڪ داستانن، قصن، ڪهاڻين ۽ زباني روايتن ذريعي ئي اڌوگابرو حال احوال ملي سگهي ٿو.

سنڌ ۾ اڄ تائين جيڪا به تاريخ لکي وئي آهي، اها يا ته بادشاهن جي درٻاري ليکڪن جي لکيل آهي يا وري ٻاهران آيل

حڪمرانن جي پاڻ سان آندل ثنا خوانن جي قصيدن تي مشتمل آهي. سنڌ ۾ لوڪ داستانن جي ڪک ۾ عوام جي تاريخ لڪل آهي. جنهن کي چنبڊي چاڻي لڪڻو پوندو. چاڪاڻ ته لوڪ داستانن ۾ به صديون گذرڻ بعد پنهنجي پنهنجي مفادن تحت تبديليون ڪيون ويون آهن.

سنڌو ماٿري ۾ ڪيئي لوڪ داستان مشهور آهن. جن ۾ عمر مارئي، مومل راڻو، سهڻي ميهار، ليلان چنيسر، سورٺ راءِ ڏياچ، نوري ڄام تماچي ۽ ٻيا شامل آهن. هي لوڪ داستان رڳو موجوده سنڌ جا ناهن پر سنڌو ماٿري جا لوڪ قصا آهن، ان ماٿري ۾ اڄوڪو پنجاب، موجوده بلوچستان، ڪڇ، ڀڄ ڪاٺياواڙ، گجرات، راجسٿان ۽ ٻيا علائقا شامل آهن. ان ڪري انهن مڙني علائقن ۾ ساڳيا لوڪ داستان ٿوري گهڻي هير ڦير سان موجود آهن. پر تاريخ کان اڻڄاڻ ماڻهو الڳ الڳ خطن ۾ ساڳيا داستان ڏسندي مونجهاري جو شڪار ٿين ٿا ۽ انهن کي الڳ الڳ تصور ڪن ٿا.

سسئي پنهون جي عشق واري داستان جو پهريون پيرو ذڪر سما دور جي سنڌي شاعر قاضي قادن (1491ع – 1551ع) ڪيو. (1) جنهن بعد شاهه ڪريم بلڙي واري (1536ع – 1623ع) هن عشقيا ڪهاڻي جو ذڪر پنهنجي شاعري (ڪريم جو رسالو) (2) ۾ ڪيو. شاهه ڪريم بلڙي ورو سنڌ جي مشهور شاعر شاهه لطيف ڀٽائي جو ڏاڏو هيو.(3) شاهه لطيف ڀٽائي پنهنجي رسالي ۾ سنڌ جي ٻين لوڪ داستانن سان گڏ هن قصي کي به ڳايو آهي.

پنهون ڪيچ جي حاڪم ڄام آري جو فرزند هيو. (4) ڪجهه تاريخدانن آري کي عالي به لکيو آهي. ڪيچ مڪران سنڌي جي حڪمراني هيٺ هيو. هن علائقي تي سنڌي ڳالهائيندڙ ڄامن جي حڪومت هئي. جڏهن ته سسئي ڀنڀور جي راجا جي ڌيءُ هئي. روايتن موجب سسئي کي پنهنجي پيءُ صندوق ۾ وجهي درياهه ۾ لوڙهي ڇڏيو هو، جيڪا بعد ۾ درياهه تي ڪپڙا ڌوئيندڙ ڌوٻي کي هٿ آئي. ڪجهه تاريخن ۾ لکيل آهي ته سسئي جو والد ٻانڀڻ نانيا (نايون) ۽ سندس ماءُ منڌر (سنڌر، سڌو) هئي. جڏهن ته

درياهه ۾ اڇلڻ بعد سسئي هڪ ڌوٻي نالي محمد (لالا) کي هٿ آئي. (5) ڌوٻي کيس تاتي نپائي وڏو ڪيو. سسئي ننڍي هوندي کان ئي خوبصورت هوندي هئي، جڏهن ڪيچ مڪران جي شهزادي پنهون کيس ڏٺو ته مٿس موهت ٿي پيو ۽ ساڻس شادي ڪئي. سسئي سان شادي تي پنهون جا ڀائر سخت ناراض هيا، جنهن سبب هنن پنيور پهچي دوکي سان پنهون کي اغوا ڪري ڪيچ ڪٺي ويا. سسئي پنهنجي ور کي ڳولڻ لاءِ ڪيڏ مڪران رواني ٿي وئي. ئيس پنهنجي پنهون کي ڳولڻ ۾ سخت مشڪلاتن کي منهن ڏيڻو پيو ۽ پنهنجي پرين کي ڳوليندي ڳوليندي حياتي جا پساهه پورا ڪيا. (6) (7) بلوچستان جي سون مياڻي ۾ پيوٽيلڪ وٽ ”سنگهر“ جي سيم ۾ سنڌ جي لوڪ داستان ”سسئي پنهون“ جي ڪردار ”سسئي“ جي قبر آهي.

سسئي جي مڙس پنهون بابت اها غلط فهمي موجود آهي ته هو، سنڌي نه پر ”بلوچ“ هيو. جڏهن ته پنهون جو والد آري جو سنڌي برادري يا قبيلي چام سان تعلق هيو. لسٻيلي جي ڪيچ مڪران جا حاڪم چام هئا.

سنڌ جو ناميارو محقق ۽ ٻولي جو ماهر غلام علي الانا لکي ٿو ته، ”پنهون بابت هي نقطو غور طلب آهي ته پنهونءَ جو ڪيچ مان واپارين جي قافلي سان اچڻ، پنيور ۾ واپار ۾ ساهري گهر رهڻ مان ائين ٿو ثابت ٿئي ته پنهون توڙي سندس ڀائر ۽ پيا ساٿي سڀ سنڌي زبان يا ڪو اُن جو لهجو ڳالهائي ۽ سمجهي سگهندا هوندا. انهيءَ خطي تائين سنڌي زبان سمجهي ۽ ڳالهائي ويندي هئي، يا پنهونءَ وارا جدگال قبيلن مان هئا. سنڌي زبان جي انهيءَ ڦهلاءُ ۽ اثر مان هي نتيجو نڪتو آهي ته اڄ به مڪران جا ڪيترائي قبيلا سنڌي زبان ڳالهائي ۽ سمجهي سگهندا آهن.“ (8)

سسئي جي پنهنجو نالو به ٺيٺ سنڌي ”ششي“ هيو. جنهن جو مطلب چنڊ جهڙي چمڪندڙ، جڏهن ته پنهون به سنڌي نالو آهي. پنهي جو سنڌي ڳالهائيندڙ برادرين سان تعلق هيو. پنهون جي ٽن ڀائرن جا نالا چنري، هوتيءَ ۽ نوتيءَ هيا. جيڪي نج سنڌي نالا آهن.

## سسئي پنهون لوڪ داستان ڪهڙي دور جو آهي؟

سسئي پنهون جي عشق واري داستان جو پهريون پيرو ذڪر اسان کي سما دور جي سنڌي شاعر قاضي قادن (1491ع – 1551ع) جي شاعري ۾ ملي ٿو. جڏهن قاضي قادن هن لوڪ داستان جو ذڪر ڪيو، ان وقت هي داستان ايترو ته مشهور ٿي چڪو هو، جو ان دور جا شاعر به ان کي پنهنجي شاعري ۾ ڳائڻ لڳا هيا. جڏهن قاضي قادن 15 صدي عيسوي جو شاعر آهي ته پوءِ ان حساب سان هي لوڪ داستان ان دور کان 200 کان 300 سال کن پراڻو هجڻ گهرجي. اهڙي طرح هي رومانوي قصو 13 صدي عيسوي جو ٿي سگهي ٿو. ان وقت يعني 13 صدي عيسوي ۾ ڪيچ مڪران يعني لسٻيلي وارو علائقو سنڌ جي سرحدن ۾ شامل هيو. سنڌ ۾ سمن جي حڪومت هئي، سما سنڌي ڳالهائيندڙ سماٽ قبيلو هيو، جيڪي پاڻ کي ڄام سڏرائيندا هيا. سمن جي حڪومت ۾ سنڌ جي ملڪي سرحدن ۾ ٿر، اُچ، سبي، ڪيچ مڪران يعني لس ٻيلو شامل رهيا. (9) تاريخدانن موجب ڄام ننڌي جي دور ۾ سمن جي سلطنت پنهنجي وسعت جي انتها کي پهتي. ٿر جو خطو، اچ، سبي ۽ لس ٻيلو سنڌ ۾ شامل هئا. گمان غالب آهي ته ڄام سڪندر اول جي دور ۾ اچ ۽ پٽي واهڻ (پٽا واهڻ) سنڌ جي قبضي ۾ آيا. ڄام سنجر پڻ ملڪي سرحدن کي مستحڪم رکيو. (10)

سمن جي دور ۾ لسٻيلي ۾ سنڌين جي حاڪميت ڀيهر سگهه حاصل ڪرڻ لڳي. ان بابت نامياري تاريخدان پروفيسر غلام محمد لاکي موجب، ”سنڌ ۾ سمن جي حڪمراني قائم ٿيڻ بعد لس جي سنڌي قبيلن سک جو ساهه کنيو ۽ سياسي طور تي کين اسرڻ جو موقعو ملي ويو. سنڌ جي سمن گهٽي انداز ۾ وجي لس کي وسايو، جنهن ڪري خاص سنڌ جو تمدن لس ٻيلي ۾ رائج ٿي ويو. ان دور ۾ لسٻيلي ۾ ”رونجها“ قبيلي جي حڪمراني هئي. رونجهن جو تعلق سنڌ جي سماٽ قبيلن سان آهي.“ ڪاڪي ڀيرومل جي تحقيق موجب رونجها، ڄام انڙ جي خاندان مان هئا. انهن مان هڪ حاڪم ”سبڙ“ يا ”سپڙ“ جي نالي سان ٿيو، جيڪو سخاوت ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو. رونجهن تيرهين صديءَ جي وچ ڌاري

لسپيلي ۾ پنهنجي حڪومت قائم ڪئي ۽ سترهين صديءَ جي آخري اڌ ۾ سندن حاڪميت ختم ٿي. رونجهن کان پوءِ ”گونگا“ حڪومت ۾ آيا. بعد ۾ سمن جي ”برفت“ قبيلي هتي حڪومت ڪئي. (11)

مٿين تاريخي ثبوتن مان ظاهر ٿئي ٿو ته جڏهن سسئي پنهون جي محبت واري لوڪ داستان جنم ورتو، ان وقت سنڌ ۾ سمن جي حڪومت هئي ۽ لسپيلو نه فقط سنڌ جي سرحدن ۾ شامل هيو، پر اتي سما انتهائي طاقتور حڪمران برادري يا قبيلو هيا. جڏهن ته ان دور ۾ ڪيچ مڪران لسپيلي تي سنڌي برادري رونجهن جي حڪومت هئي. رونجها ڄام انڙ جي خاندان مان هيا. ان ڪري سسئي جو ور پنهون به لسپيلي جي طاقتور حڪمران قبيلي ڄام سان واسطو رکندڙ هيو. مضبوط تاريخي ثبوتن جي آڌار تي پنهون کي ڪنهن به طرح بلوچ قرار ڏئي نه ٿو سگهجي.

<u>سسئي جو ڀنڀور</u>

سسئي پنهون جي پيار ۽ محبت واري داستان سان سنڌ جي قديم تاريخي شهر ڀنڀور جو سڌو واسطو آهي. ڀنڀور شهر سنڌ جي ٺٽي ضلعي ۾ گهارو ڪريڪ جي اترين ڪپ تي آهي. (12) هي شهر ڪراچي کان 65 ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي آهي. هن شهر جا قديم آثار نيشنل هاءِ وي تي ڌابيجي ۽ گهارو جي وچ ۾ آهن. هي شهر پهرين صدي عيسوي کان 13 صدي عيسوي تائين موجود رهيو. ڀنڀور جو شهر هند ساساني (200 ق م – 400ع) ۽ هند پارٿي (19ع – 226ع) بادشاهن واري دور ۾ آباد هيو. جڏهن ته هي تاريخي شهر ٻڌ دور (200ع -800ع) سميت شروعاتي اسلامي دور (171 هجري بمطابق787ع) ۾ به آباد رهيو. (13) (14) (15) (16) جنهن بعد سنڌو درياهه جي وهڪري مٽائڻ سبب غير آباد ٿي ويو. جڏهن ته ڪجهه تاريخدانن مطابق هي شهر ڌرتي ڌٻڻ سبب تباهه ٿي ويو. ڪتاب” تحفة الڪرام” مطابق هي شهر شيخ تراب جي دؤر ۾ ڦٽو هو ۽ ان جو ڪارڻ ڌرتي ڌٻڻ ڄاڻايو ويو آهي. جڏهن ته مير طاهر جي راءِ آهي

ته پنپور شهر درياهه جي سڪڻ سبب ڦٽو هو ۽ هتي جي ماڻهن ساڪري ۾ وجي پڪا اڏيا هئا. جڏهن ته ڪجهه تاريخدانن جي راءِ آهي ته پنپور شهر ٻاهرين ڪاهه دوران ساڙي ناس ڪيو ويو. شهر تي 12 يا 13 صدي عيسويءَ ۾ ڪنهن وڏي لشڪر طرفان حملو ڪيو ويو. سسئي پنهونءَ جي قصي ۾ پنهونءَ جو واپار سانگي هتي اچڻ ثابت ٿو ڪري ته پنپور وڏو واپاري مرڪز هو. پنهونءَ جي هتي اچڻ ۽ سسئيءَ جي حسن جي هاڪ ٻڌڻ بعد پنهونءَ جو سسئيءَ سان نينهن لڳو ۽ ان ناتي سان هيءَ شهر تاريخ ۾ امر ٿي ويو.

<u>''تحفته الڪرام'' ۾ سسئي - پنهونءَ جو قصو</u>

سسئي پنهون بابت هيٺ سچو قصو تحفته الڪرام مان حرف بحرف نقل ڪيو ويو آهي. هن ڪتاب جو مصنف مير علي شير قانع (ڄم: 1728ع وفات: 1788ع) سنڌ جي 18 صدي جو ناميارو تاريخدان ۽ شاعر رهيو آهي. پاڻ ڪلهوڙن جي دور سان لاڳاپيل شاهي (درٻاري) تاريخدان هيو. مير علي شير قانع پنهنجي تاريخي ڪتاب ''تحفت الڪرام'' ۾ ڪٿي به پنهون لاءِ بلوچ، ٻروچ، ٻاروچا جو لفظ استعمال نه ڪيو آهي. جيڪڏهن پنهون بلوچ هجي ها ته مير علي شير قانع ضرور سچي قصي ۾ ڪٿي ته اهڙو اشارو ڏئي ها.

سسئي - پنهونءَ جو قصو

''تانيه'' نالي هڪ برهمڻ، ''منذر'' نالي پنهنجي زال سان، سکيو ستابو، ''دوراءِ'' جي حڪومت ۾، ''ڀانبر واهه'' (برهمناباد) ۾ رهندو هو. هو ٻئي فرزند جا طالب هئا. ٿوري وقت کان پوءِ، انهن کي هڪ اهڙي ڌيءَ ڄائي، جنهن جي حسن تي چوڏهينءَ جو چنڊ به ريس ڪري رهيو هو. 23 اتفاقاً، سندس طالع ۾ ڏسڻ تي معلوم ٿيو، ته هوءَ هڪ مسلمان جي زال ٿيندي. آخرڪار، ڌرم جي عار کان بچڻ خاطر، ڦٽيل دل سان، انهيءَ دُرِ يتيم کي

صندوق جي صدف (سپ) ۾ رکي، درياه ۾ لوڙهي ڇڏيائون. اتفاقاً انهيءَ صندوق کي ڀاٽي ”ڀنڀور“ ڏانهن لوڙهي ڪڍي آيو. انهيءَ شهر ۾ ”منهيه“ ۽ ڪن جي چوڻ موجب ”لار“ ، نالي هڪ ڌوٻي رهندو هو، جنهن کي پنج سؤ شاگرد هئا، پر ٻار ڪونه هو. صندوق جڏهن شاگردن جي اڳيان اچي لنگهي، تڏهين هو اها استاد وٽ ڪڍي ويا. کولڻ تي، قدرت جي برج مان هڪ چنڊ اڀري پيو. سندس نالو ”سسئي“ (چنڊ) رکي، ڪڍي پنهنجو ٻار بنايائين. هوءَ جڏهن جوان ٿي، تڏهن سندس محبت جي نشتر سڀ ڪنهن سهڻي جي دل ۾ چُڀيي وئي، ۽ جنهن به ڪيس ڏٺو، سو سندس خريدار ٿي ٿيو. اڪثر ماڻهو سندس عشق ۾ دل ڦرائي ويٺا، ۽ جتي به وهندي هئي، اُتي سندس چوڌاري ڪَتيءَ وانگر حلقو ٻڌندا هئا، ۽ سندس شوق ۾ پکيءَ مثل اڏامندا هئا! انهيءَ زماني ۾، ڪيچ ۽ مڪران جا قافلا واپار لاءِ هِـن پاسي ايندا هئا، جن وٽي هن چنڊ جي ذڪر جي خبر ڪيچ جي حاڪم جي پٽ ”پنهونءَ“ وٽ پهچائي. هو ٻڌڻ سان دل کسائي ويٺو، ۽ قافلي وارن جو ويس پهري ڀنڀور ۾ آيو، جتي سسئيءَ کي ڏسي، دل هٿن مان نڪري ويس. نصيب چڱي هجڻ ڪري، طالب کي پڻ مطلوب جي دل ۾ جاءِ ملي، ۽ وصال جي اميد ۾، هن جي پيءُ جي شاگردي اختيار ڪري، ڌوٻيءَ جو لباس پهريائين. (هن وچ ۾ ڪيئي احوال آهن، جن جي بيان کان طوالت جي خوف کان واڳ ڦيرايون ٿا). قصو ڪوتاهه - سسئي، پنهونءَ تي گهڻو مفتون ٿي پيئي، ۽ جيئن رسم آهي، ڪهڙيءَ سوناريءَ عورت پنهنجي مطلب خاطر، هنن ٻنهي طالب ۽ مطلوب کي ڦٽائڻ جي فڪر ۾ پئجي، پنهونءَ کي غيرت ڏياري، سسئيءَ کان رنجيدو ڪري وڌو. هوڏانهن سسئي، جا عشق ۾ سچي هئي، تنهن پاڻ کي باهه جي مچ مان خالص سون وانگيان پاڪ ۽ صاف ٻاهر ڪڍي ڏيکاريو، جنهن تي سڀ ماڻهو عبرت ڪائڻ لڳا. ٿوري وقت کان پوءِ، طالب (عاشق) جي مطلوب (معشوق) سان سهڻي نموني سان شادي ٿي. هوڏانهن، پنهونءَ جي پيءُ هن حال کان واقف ٿي، ٻين پٽن کي چيو، ته ”ڪيئن به ڪري انهيءَ دل ڦرايل کي وٺي اچو“. هنن اچي پنهونءَ سان ملاقات ڪئي، ۽ مهمان ٿي، رات جي وقت سسئيءَ کي بي خبريءَ جي حالت ۾ ڇڏي، پنهونءَ کي ڪڙي، اٺ تي سوار ڪري،

پنهنجي ملڪ روانا ٿي ويا. سسئي پوئينءَ رات جو جاڳي، ته پنهنجي بخت بيدار جو مُلڪ ننڊ جي لشڪر هٿان لٽيل ڏسي، بي اختيار، ڪپڙا ڦاڙي، اڪيلي ئي اڪيلي پنهنجي محبوب جي پويان پئجي، شوق جي قدم سان سخت ڏونگر ڏورڻ لڳي. اٽڪل چاليهه ڪوهه پنڌ ڪري چڪي، ته اڃ کان بيتاب ٿي ڪري پيئي، ۽ جيئن ڪو ماڻهو سڪرات جي وقت زمين تي چڙيون هڻندو آهي، تيئن زمين تي پير مهڻ لڳي. خدا جي قدرت سان، زمين ۾ پاڻيءَ سان پريل هڪ تلاءُ پيدا ٿي پيو، جنهن مان پاڻي پي تازي تواني ٿي. معتبر ماڻهن کان ٻڌو ويو آهي، ته اهو تلاءُ اڃا تائين پاڻيءَ سان پريل رهندو آهي، ۽ ڪٿي ڪهڙا به ڏڪر جا سال ايندا آهن، پر اهو ڪنهن به وقت خشڪ نه ٿيندو آهي. هن واقعي کان اڳ ۾ سسئيءَ رات جو ميندي لاتي هئي، ۽ دستور موجب جيڪا منديءَ جي ٿاري هٿ ۾ ڪري ستي هئي، سا سجاڳيءَ کان پوءِ به هٿ ۾ هيس، جا پاڻ سان ڪٽي نڪتي هئي، سا انهيءَ تلاءَ تي پوکيائين. قدرت سان انهيءَ ٿاريءَ مان سرسبز وڻ ٿيو، جو اڃا تائين ان دل ڦٽيل جي يادگار طور قائم آهي. قصو مختصر- تازي تواني ٿيڻ کان پوءِ سسئيءَ اتان اڳتي ڪاهيو، 24 ۽ اٽڪل ڇهه ست ڪوهه ٻيا به جبل جو رستو جالي وئي. تنهن کان پوءِ وري اڃ ۾ مبتلا ٿي. اتفاقاً، هڪڙي ڌنار پريان ڏسي، منجهس لالچ جي نظر وجهي، ويجهو اچي ڪيس پاڻ سان وني وجڻ چاهيو، جنهن تي سسئيءَ هڪل ڪري چيس ته ”اي بي انصاف! مان اڃ کان بيتاب آهيان ۽ تون منهنجي ڪڍ حيران آهين! توکي پهريائين ته مون کي پيؤ ڪرائڻ گهرجي.“ ڌنار تڪڙو تڪڙو ڏڻ ۾ ويو ته هن لاءِ ڪجهه کير ڏهي، ڪٺي اچي. هيڏانهن سسئي، جا يار جي ڏس کان نا اميد ٿي چڪي هئي ۽ پاڻ کي ههڙيءَ مصيبت ۾ مبتلا ٿي ڏٺائين، دل جي درد مان الاهي درگاهه ۾، جوئي بي چارن جو چاره ساز آهي، ٻاڏايو، ۽ انهيءَ غول بيابانيءَ کان پناهه گهري. الله پاڪ جي قدرت سان جبل ڦاٽي پيو، ۽ جيئن لعل پٿر جي وچ ۾ هوندو آهي، تيئن انهيءَ دل ڦٽيل کي به پٿر جي دل ۾ جاءِ ملي، باقي عام ماڻهن جي عبرت ۽ محبوب کي ڏس ڏيڻ لاءِ، سندس چادر جي چنُج ٻاهر رهجي وئي. ڌنار کير ڪٺي آيو ۽ اچي قدرت الاهيءَ جو تماشو ڏٺائين، ڏاڍو پشيمان ٿيو ۽ رسم موجب قبر جي نشانيءَ لاءِ

پٽر جو لوڙهه ناهي ڇڏيائين. عشق ۽ محبت جا ڦٽيل هن طرح ڳالهه ڪن ٿا، ته جڏهن پنهونءَ کي ڪڙي، پيءُ وٺ ڪٽي ويا، تڏهن هو اتي ايترو ته بيقرار ٿيڻ لڳو، جو پٽس کي اچي سندس مرڻ جي ٻڌپ ورايو، ۽ لاچار ٿي سندس پيُر وري به ساڻس گڏي ڏنائين، ته "ڪيئن به ڪري سندس محبوب کي پڻ وٺي اچو." موٽندي، سسئيءَ جي قبر وٽ پهچي، تازا نشان ڏسي پنهون حيران ٿي بيهي رهيو. اندر جي ڇڪ ڪيس محبوب جو پتو ڏنو. ظاهري ثابتيءَ خاطر احوال جاچڻ لڳو. اوچتو مٿي ذڪر ڪيل ڌنار وقت تي پهچي، سربستو احوال ٻڌايس. جنهن تي پنهون هڪدم اٺ تان لهي، پيُرن کي چيو، ته "ٿورو ترسو ته مان هن لوڙهه جي زيارت ڪري وٺان." بس پوءِ ته پاڻ کي لوڙهه جي مٿان ڦٽو ڪري، ڪريم ڪارساز جي درگاهه ۾ ٻاڏائي، محبوب جي وصال جي درخواست ڪيائين ۽ جنهن صورت ۾ بيوسيلن جي وسيلي جي درگاهه ۾، ڪنهن به اميدوار کي، نااميديءَ جي صورت ڏسڻي ڪانه پوندي آهي، تنهن ڪري قادر باڪمال جي قدرت سان هڪدم جبل ڦاٽي پيو ۽ ڪيس به جاڙي باداميءَ وانگيان هڪڙيءَ ئي ڪل ۾ جاءِ ڏنائين. انهيءَ وقت کان وٺي هيءُ عجيب قصو عام ماڻهن جي زبان تي جاري آهي، حال ۽ قال جا صاحب هيءُ احوال انهيءَ عاشق ۽ معشوق جي واتان، جن مان هر هڪ درحقيقت عاشق به هو ته معشوق به، سنڌي بيتن ۾ "حسيني" سر ۾ ڳائيندا آهن، ۽ انهيءَ مجاز مان حقيقت جو رستو ڳوليندا ۽ لهندا آهن، مطلب ته انهن ٻن واصلن جي تاثير سان، وجد ۽ سماع وارن کي عجيب حالت پيدا ٿيندي آهي. "مير معصوم" بکريءَ هن قصي کي "مثنوي حسن و ناز" ۾ بيان ڪيو آهي. تنهن کان سواءِ "قاضي مرتضيٰ" سورٺيءَ، ساڪن ديهه 25 "ڪتيانه" ، محمد شاهه بادشاهه جي زماني ۾ هڪ خاص طرز ۾ ان کي نظم ڪيو هو.

نقل آهي، ته "اسماعيل" نالي هڪ ملتان جو رهندڙ درويش، هنن ٻن عشق ۽ عاشقيءَ جي ملڪ جي شهنشاهن جي زيارت لاءِ آيو، ۽ پنهنجي اٺ کي ٻري ڇڏي، ٻنهي جي ديدار جي لالچ رکي، ٽي ڏينهن بک تي ويهي رهيو. ٽن ڏينهن کان پوءِ، هڪ پوڙهي عورت ڪجهه مانيون ۽ ٿورو پاڻي کڻي ظاهر ٿي. درويش چيو، ته "جيستائين سسئيءَ ۽ پنهونءَ کي نه ڏسندس، تيستائين هرگز

ڪجهه به نه ڪائيندس.'' ٻيءَ وراڻيو ته ''سسئي آءٌ آهيان، باقي پنهونءَ جي ڏسڻ جي لالچ ڇڏي ڏي، ڇاڪاڻ ته زماني تي اعتبار ڪونهي، ۽ آءٌ اڳيئي ڏيرن جي ڏتل آهيان، هيءُ احوال بلڪل دردناڪ آهي.'' درويش چيو، ته ''مون کي پڪ ڪيئن ٿئي ته تون سسئي آهين؟ ڇو ته سسئي نوجوان ۽ حسن واري هئي ۽ تون ٻڍي عورت آهين.'' هن هڪدم پاڻ کي انهيءَ اصلوڪيءَ جوانيءَ ۽ جمال ۾ ظاهر ڪري چيو، ته ''ٺورو ڪاءُ''. درويش جواب ڏنو ته ''توهان ٻنهي جي ڏسڻ کان سواءِ هرگز ڪابه شي نه ڪائيندس، اگرچه بک ۾ مري ويندس، ڇاڪاڻ ته مون اهڙو انجام ڪيو آهي.'' آخر، گهڻي مبالغي ۽ قسم قسمات کان پوءِ، سسئي قبر ۾ وڃي پنهونءَ کي چيلهه تائين ٻاهر ڪڍيو، ليڪن هوءَ ڇند جهڙي پاڻ به 'جواز' وانگيان ڪيس ٻنهي هٿن سان پاڪر ۾ وٺي بيٺي، ته متان اڳئين وانگر ڪو ڪيس ڦري وڃي. مطلب ته انهيءَ طريقي سان ڪيترن صفائيءَ وارن بزرگن هن کي ڏٺو آهي. انهيءَ جاءِ تان اٺ تي سوار ٿي لنگهندڙ لاءِ چڱائي ڪانه ٿيندي آهي، ۽ جيڪو وڃي سندس قبر تي جاڳندو، ته باوجوديڪ اتي هن وقت ويراني آهي، هو غيبي مهمان ٿي رهندو.'' (17)

<u>ڀٽائي پنهون کي ٻروچ ڇئي ڇو مخاطب ٿيو؟</u>

شاهه عبداللطيف ڀٽائي سنڌ جي هن لوڪ داستان ''سسئي پنهون'' کي پنهنجي شاعري ۾ ڳائي امر بڻائي ڇڏيو. شاهه لطيف جي سورمين ۾ سسئي جو درجو سڀ کان مٿانهون لڳي ٿو. ڇاڪاڻ ته سنڌ جي هيءَ سورمي سسئي پنهنجي مقصد لاءِ جدوجهد جو اهڃاڻ آهي. سسيءَ جو اصل شهر ڀنڀور هو، پر هو پنهنجي ور پنهون جي تلاش ۾ اڪيلي سر اڙانگو سفر اختيار ڪيو. ڪيچ مڪران جا جبل جهاڳيندي رستي ۾ دم ڏنائين. شاهه سائين سسئيءَ تي سڄا سارا پنج سر سرجيا آهن. جن ۾ سسئي آبري، معذوري، ديسي، ڪوهياري ۽ حسيني شامل آهن. سر سسئي لاءِ پروفيسر ڪلياڻ آڏواڻي لکيو آهي ته ''شاهه صاحب هن سر ۾ سچي سڪ جو وستار ڪيو آهي. نينهن جي تک، مهراڻ جي تک کان وڌيڪ جبري آهي. سچو طالب هميشه عشق جي

عميق ۾ ٻڏل آهي. انهيءَ ڪري هن لاءِ ظاهري مهراڻ سڪي پٽي ٿيو پوي“. اچو ته شاهه جي شاعري جو مطالعو ڪيئون ته سسئي ڪهڙن ڏکن ڏاکڙن کي منهن ڏنو. هن مقصد ماڻڻ لاءِ ڪيئن پنهنجي جان به گهوري ڇڏي. ڪجهه ماڻهو ان غلط فهمي جا شڪار آهن ته شاهه لطيف پنهون کي بلوچ قرار ڏنو آهي، ان ڪري هو بلوچ هو. ان تي بحث ڪان اڳ پاڻ کي هڪ پيرو شاهه لطيف جي شاعري کي پڙهڻ گهرجي ته پتائي پنهون کي ڪهڙن ڪهڙن نالن سان مخاطب ٿيو آهي ۽ انهن نالن جو ڇا مطلب آهي:

جيهِي جي تيهِي، ٻانِهي ٻاروچَنِ جِي،
حُجَتَ هوتَ پُنهونءَ سين، مُون ڪَمِيڻِيءَ ڪيهِي،
اَصلِ آرِيءَ ڄامَ جي، ٻَليءِ آئُون پيئِي،
هُوءَ جا پائِينِ پيرَ ۾، تَنهِن جُتِيءَ نَہ جيهِي،
وِساري ويهِي، تَنِي ڪيچِيَنِ کي ڪِيئَن رَهان.

**

اَڪِيُون آرِيءَ ڄامَ جُون، اَنڊِيءَ سين آهِينِ،
هُو جي وَڻَ وِندُرَ جا، سي مُون سُونهائِينِ،
ڏِسِئو ڏيکارِينِ، پيشانِي پُنهونءَ جي.

**

مُحَبَتَ جن جي مَنَ ۾، تن تِشَنَگِي تارِ؛
پي پيالو اُج جو، اُجَ سي اُجَ اُٿيارِ؛
پُنهون پاڻَ پيارِ، تہ اُجَ سِين اُجَ اُجهائِيان.

**

ساجَنَ ڪارَڻِ سُجَ، مَرُ قَبُولي سَسُئِي؛
اَندَرُ جنِين اُجَ، پاڻِي اُجِيو اُنَ کي.

**

واقُفُ نہ وَڻِڪارَ جِي، پاڻِي کَنيُمِ نہ پاءُ؛
جَبَلُ جَلدايُون ڪري، تِکَ ڏيکاري تاءُ؛
لَگِي لُڪَ لَطِيفُ چئي، معذُورِنِ مَتاءُ؛
اُتي اوڏو آءُ، جِتِ هوتَ هيڪِلِي آهيان.

**

يَڃي جان پَنيورَ ڪان، ڏُونگرُ ڏُورِيو مُون؛
ڪاهي رَسِيَس ڪيچَ کي، جِتي پاڻَ پُنهون؛
سَيَتِ آهئين تُون، قَضا ڪَندين ڪِنِ سين؟

**

ڪيچان آيو قافِلو، چامَنِ سَندو چامُ،
پَسَندي پُنُوهَ کي، اَکِيُنِ ڪِئو آرامُ،
ناتَرِ چايان نامُ، جَي مُون نِيو پاڻَ سين.

هتي سوال پيدا ٿئي ٿو ته آخرڪار شاهه لطيف پنهنجي شاعري ۾ ڪجهه بيتن ۾ پنهون کي ٻروچ ڇو ڪوٺيو آهي؟

ٻهريان ته ڏسڻو پوندو ته شاهه لطيف پنهون کي ڪهڙن نالن يا لقبن سان مخاطب ٿيو آهي؟ شاهه لطيف پنهون کي آري ڄام، ڄامن سندو ڄام، ٻاروچو، آري، ڄام، پنهون ڄام جي نالن سان مخاطب ٿئي ٿو. جڏهن ته شاهه لطيف پنهون کي ”ڪيچي“ لفظ سان به مخاطب ٿئي ٿو. ڪيچ مڪران جو علائقو آهي، ان ڪري پٺائي پنهون کي سندس علائقي جي نسبت سان ”ڪيچي“ به سڏي ٿو. هتي هڪ ڳالهه ذهن ۾ رکڻ گهرجي ته ڪنهن به بلوچ يا بلوچ قبيلي جي سردار کي ”ڄام“ لقب يا خطاب نه مليل هوندو آهي. تاريخ ۾ به اهڙي ڪا به لکت يا شاهدي نه ٿي ملي جنهن ۾ بلوچ کي ”ڄام“ لکيو ويو هجي. ڄام ۽ ڄاموٽ لقب يا خطاب فقط سنڌي سماٽ برادرين جي ماڻهن لاءِ استعمال ٿيندو آهي. جيئن سما حڪمران پاڻ کي ”ڄام“ سڏائيندا هيا. جيئن ڄام نندو، ڄام انڙ، ڄام ٻابينو، ڄام جوڻو وغيره. ساڳي طرح سنڌ کان ٻاهر لسٻيلي ۽ مڪران ۾ جيڪي سنڌي برادريون رهنديون آهن، اهي ۽ انهن جا حڪمران به پاڻ کي ڄام ڪوٺائيندا هيا. خود بلوچستان جي ثقافتي انسائيڪلوپيڊيا ۾ لکيل آهي ته، ”ڄاموٽ لقب تمام وڏن ۽ معتبر ماڻهن لاءِ استعمال ٿيندو آهي. ڄاموٽن جي سردار لاءِ ’ڄام‘ جو لقب انهي مان ورتل آهي. ڄاموٽ سنڌ جا قديم ترين ماڻهو آهن.“ اهڙي طرح بلوچستان گزيٽ ۾ به لکيل آهي

ته، ”مقامي مورخن جي بيان مطابق رونجها، برفت، گُنگا ۽ چاموٺ مختلف وقتن تي لسٻيلي جا حاڪم هئا. چاموٺ، گُنگا کان پوءِ لسٻيلي جا حڪمران ٿيا.“ اهڙي طرح سما قبيلي يا سنڌي قوم جي سردارن جو لقب ڄام هو ته ننڍا چاموٺ سڏبا هئا، جيئن راجا جا پٽ راجپوت ۽ نواب جا پٽ نوابزاده سڏبا آهن. هڪ شاعر قيمت راءِ جي هن شعر ۾ ڄام ۽ چاموٺ جي حيثيت کي واضح سمجهي سگهجي ٿو:

چاموٺ تنهنجي چامي، اصل ڪين وڪامي،
جنگي توکي ’جاٺ‘ چون، سڏو آهين سامي،
راڄوڙانم راجپوت آهين، هادي ٿيندين حامي.

ناميارو محقق ڊاڪٽر غلام علي الانا ”لاڙ جو مطالعو“ ۾ ڇپيل پنهنجي مضمون ۾ پنهون کي بلوچ قرار ڏيڻ واري مفروضي کي رد ڪري ٿو ۽ پنهون کي سنڌي قرار ڏئي ٿو. هو لکي ٿو ته، ”ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ کان سواءِ ٻيا ڪي به ماهر ڄتن کي بلوچ نسل مان تسليم نه ٿا ڪن. ڪي دوست شاهه لطيف جي ڪلام مان مثال ڏئي اها دعوى ڪندا آهن ته لطيف پڻ ڄتن کي بلوچ ٿو قبول ڪري، پر هيٺ سر سسئي آبري، سر معذوري، سر ديسي، سر ڪوهياري ۽ سر حسينيءَ مان ڪي بيت چونڊي مثال طور پيش ڪجن ٿا، جن ۾ شاهه لطيف پنهو ۽ سندس پائرن لاءِ ”ٻانهي ٻاروچن جي“، ”بلوچاڻي ٻاهه“، ”ٻاروچاڻي ٻاجهه“، ”ٻاروچو“، ”ٻاروچاڻا ٻار“ ۽ اهڙا ٻيا ڪئي لفظ ۽ فقرا ڪم آندا آهن. اهي دوست، اهي لفظ دليل طور پيش ڪري، اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ٿا ته شاهه لطيف پنهون ۽ سندس پائرن کي هڪ طرف ڄت ٿو سڏي ته ٻئي طرف ٻروچ. يعني انهن جي راءِ موجب اهو ثابت ٿئي ٿو ته شاهه لطيف ڄتن کي بلوچ ٿو سڏي. پر هيٺ لطيف جي ڪلام مان اهڙن مثالن ۽ بيتن ڏيڻ کان اڳ هي سوال به پئدا ٿئي ٿو ته شاهه لطيف پنهون کي ٻاروچو آري، ڄام، پنهون ڄام، آري ڄام، ڄامن سندو ڄام جهڙا لقب ۽ خطاب پڻ ڏئي

ٿو. هتي هڪ ڳالهه ذهن ۾ رکڻ گهرجي ته ڪنهن به بلوچ يا بلوچ قبيلي جي سردار کي "ڄام" لقب يا خطاب نه مليل هوندو آهي. تاريخ ۾ به اهڙي ڪا به لکت يا شاهدي نه ٿي ملي جنهن ۾ بلوچ کي "ڄام" لکيو ويو هجي. ڄام ۽ ڄاموٽ لقب يا خطاب فقط سنڌي سماٽ برادرين جي ماڻهن لاءِ استعمال ٿيندو آهي. جيئن سما حڪمران پاڻ کي "ڄام" سڏائيندا هيا." (18)

هتي اسان ثابت ڪيو آهي ته شاهه لطيف پنهون کي علائقي جي نسبت سان ٻروچ يا ٻاروچو سڏي ٿو، ڇاڪاڻ ته هو بلوچستان جو رهاڪو هو. جڏهن ته پنهون پاڻ بلوچ نه پر جت برداري جو ڄام سمون هيو.

<u>حوالا ۽ سمجهاڻيون</u>


(1) بلوچ، نبي بخش خان، قاضي قادن جو رسالو، ڄامشورو، 1999ع

(2) https://heritage.eftsindh.com/districts/tmkhan/shah-karim.php

(3) Jotwani, Motilal (1986). Sufis of Sindh. Publications Division Ministry of Information & Broadcasting. p. 65.

(4) Historic Sites Documentations - Ongoing". SEAS Pakistan.

(5) Pannke, Peter (2014). *Saints and singers : Sufi music in the Indus Valley*. Internet Archive. Karachi : Oxford University Press. p. 109.

(6) Ikram, Sheikh Mohamad (1955). The cultural heritage of Pakistan. [Karachi; New York]: Oxford University Press. pp. 152–153.

(7) Baloch, Dr.Nabi Bux Khan (1976). Popular Folk Stories:Sassui Punhun. Hyderabad, Sindh, Pakistan: Sindhi Adabi Board.

(8) الانا، غلام علي، سنڌي ٻولي جي لساني جاگرافي، ڄامشورو، 1979، ص: 107

(9) لاکو، غلام محمد، سمن جي سلطنت، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، 1987ع ص: 60-62

(10) خان، خداداد، ”لب تاريخ سنڌ“، سنڌي ادبي بورڊ، ڪراچي، 1959ع، ص 65

(11) لاکو، غلام محمد، سمن جي سلطنت، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، 2005ع ص: 111- 114

(12) Port of Banbhore, World Heritage Sites, Tentative List. UNESCO. Retrieved 3 September 2012.

(13) Kit W. Wesler (19 April 2012). An Archaeology of Religion. University Press of America. p. 253. ISBN 978-0761858454. Retrieved 8 September 2012.

(14) "Banbhore". Dictionary of Islamic Architecture (PDF). ArchNet. Retrieved 3 June 2019.

(15) Khan, F. A., Banbhore; a preliminary report on the recent archaeological excavations at Banbhore, Dept. of Archaeology and Museums, Govt. of Pakistan, 1963.

(16) Panhwar (Summer 1981). "International Trade of Sindh from its Port Barbarico (Banbhore), 200 BC TO 200 AD" (PDF). Journal Sindhological Studies. pp. 8–35. Archived from the

original (PDF) on 4 July 2017. Retrieved 4 September 2012.

(17) تحفت الڪرام، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، 1957ع ص: 62 کان 67

(18) الانا، غلام علي، لاڙ جو مطالعو، مرتب عبدالجبار جوڻيجو، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، 1991ع ص: 117-133

باب ويهون

## بلوچستان قديم سنڌ آهي

سنڌ ته صدين کان دنيا جي گولي تي موجود آهي، پر ''بلوچستان'' نالي جو ذڪر ڪنهن به قديم لڪت، تاريخ جي ڪتابن يا ڪنهن ٻئي مواد جي صورت ۾ ڪونه ٿو ملي. ''بلوچستان'' لفظ پهريون ڀيرو ''نادر شاهه افشار'' جي ننڍي کنڊ تي حملي وقت سنه 1736ع ۾ منظر عام تي آيو. اهو به ڪنهن علائقي جي سڃاڻپ طور نه پر سندس فوج جي هڪ جرنيل جي نالي ''محمد خان بلوچ'' طور سامهون آيو.(1) نادر شاهه افشار سن 1736ع کان 1747ع تائين ايران جو حڪمران رهيو. (2) (3) تاريخ ۾ قلات، اربيله (لسٻيلو)، شال (ڪوئٽا) مڪران، سيوي يا سبي ۽ ڪيچ وغيره پنهنجن نالن سان سنڌ جا پرڳڻا، رياستون يا

صوبا سڏيا ويندا هئا. پهريون پيرو بلوچستان جو نالو ڪنهن خطي جي نالي طور انگريزن استعمال ڪيو. برصغير تي برٽش راڄ ۾ ڪجهه بلوچي ڳالهائيندڙ علائقن کي گڏي ''برٽش بلوچستان'' جو نالو ڏنو ويو.

بلوچستان جيئن ته ماضيءَ ۾ سنڌ جو حصو رهيو آهي، ان ڪري بلوچستان ۾ هن وقت به 50 سيڪڙو کان وڌيڪ سنڌي رهندڙ آهن. جن کي مختلف طريقن سان پنهنجي سڃاڻپ تان هٿ کڻڻ تي مجبور ڪيو ويو آهي. هتي اسان ثبوتن سان اها ڳالهه ثابت ڪنداسين ته آدمشماري جي سرڪاري رپورٽن ۾ سنڌي ڳالهائيندڙن کي ڪيئن غائب ڪيو ويو. 1931ع جي آدمشماري دوران بلوچستان ۾ بلوچي ڳالهائيندڙ 33 سيڪڙو هيا ۽ سنڌي ڳالهائيندڙ 22 سيڪڙو هيا. جڏهن ته 2017ع جي آدمشماري دوران بلوچي 35 سيڪڙو ۽ سنڌي ڳالهائيندڙ گهٽجي 7.2 سيڪڙو ٿي ويا. جڏهن ته وري 2023ع جي آدمشماري دوران بلوچي ڳالهائيندڙ 39.9 سيڪڙو ڏيکاريا ويا، جڏهن ته سنڌي ٻولي ڳالهائيندڙ 6.0 سيڪڙو ظاهر ڪيا ويا. آخر 22 سيڪڙو سنڌي ڳلهائيندڙ اوچتو گهٽجي 6 سيڪڙو تائين ڪيئن پهتا. اهي انگ اکر ظاهر ڪن ٿا ته هٿ وٺي سنڌين جي آبادي جي انگ اکرن کي تبديل ڪيو ويو.

خود بلوچ ليکڪ ۽ تاريخدان پاڻ اعتراف ڪن ٿا ته بلوچستان ۾ سنڌين جي 50 سيڪڙو آبادي موجود آهي ۽ مختلف آدمشمارين دوران هٿ وٺي سنڌي ڳالهائيندڙن جا انگ گهٽ ڏيکاريا ويا آهن. سرڪاري ڳڻپ دوران سنڌين جا انگ اکر تبديل ڪيا ويا يا کين ڳڻپ دوران گم ڪيو ويو.

تاريخدان ۽ محقق داد محمد خادم بروهي پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو ته، ''بلوچستان ۾ مختلف وقتن تي آدمشماري دوران سنڌي ٻوليءَ کي تمام گهٽ انداز ۾ ڏيکاريو ويو آهي، جيڪا بلوچستان صوبي جي اڌ آبادي چڱيءَ طرح ڳالهائي سگهي ٿي؛ ڇوته صوبي جي اڪثريتي آبادي صوبي جي زرعي علائقن ۾ آباد آهي، جيڪا سنڌ سان ملحق ميداني علائقن ۾ آباد آهي. بلوچستان جا مٿيان علائقا اڪثر پهاڙي ۽ غيرآباد آهن، جڏهن ته هيٺيان ۽ ميداني

علائقا اڪثر زرعي طور آباد علائقا آهن. سنڌي ٻولي ڳالهائڻ وارا به انهيءَ علائقي ۾ آباد آهن، جيڪو بارکان کان مڪران تائين شمار ڪيو وڃي ٿو.

بلوچستان ۾ سنڌي ڳالهائيندڙن جي آبادي بابت صحيح انگ اکر موجود ناهن. سنڌي ڳالهائيندڙن جي آدمشماري کي هٿ وٺي گهٽ ظاهر ڪيو پيو وڃي. ان ڏس ۾ ناميارو محقق غلام علي الانا جو چوڻ آهي ته، ”بلوچستان ۾ سنڌي زبان جي مختلف لهجن جي ڳالهائيندڙن جو ڪل تعداد ڪيترو آهي، ۽ صوبي جي سموري آباديءَ جو ڪيترو في سيڪڙو آبادي سنڌي ٻولي ڳالهائي ٿي. هن ڏس ۾ صحيح تعداد هٿ ڪرڻ ۽ سنڌي ٻوليءَ جي ڳالهائيندڙن جو صحيح تعداد معلوم ڪرڻ لاءِ آدمشماريءَ جي ڌار ڌار رپورٽن تان مدد وٺڻي پوندي. جيتوڻيڪ مذڪوره رپورٽن ۾ به آدمشماريءَ جي سلسلي ۾ صحيح انگن اکرن جي داخلا جي دعويٰ ڪري نٿي سگهجي، جنهن لاءِ ڪيترائي ڪارڻ آهن، في الحال ايتري خبر پئجي سگهي ٿي ته بلوچستان ۾ سنڌي زبان ڳالهائيندڙن جو ڪل تعداد ڪيترو آهي.

آدمشماريءَ جي رپورٽن ۾ انگن اکرن جي صحيح داخلا نه ٿيڻ جو پهريون ڪارڻ انهن ايراضين جا رهاڪو پاڻ ئي آهن. سنڌي ماڻهو، اهي ڪهڙي به خطي ۾ رهندا هجن. پر پراڻن رواجن جي ڪري ڪنهن ڌارئي ماڻهوءَ کي پنهنجي گهر جي ڀاتين جو صحيح تعداد ذاتي معلومات ڪونه ڏيندا آهن. انهيءَ ڪري آدمشماريءَ واري عملي کي سنڌي ڳالهائيندڙن جو تفصيل هرگز ملي نه سگهندو آهي، تنهن ڪري ڪن حالتن ۾ عملدار پنهنجي فرض پوري ڪرڻ لاءِ، اندازي موجب ڳالهائيندڙن جو تعداد لکي ڇڏيندا هئا، ۽ يا ته انهيءَ خطي کي بلڪل ڇڏي ڏيندا هئا.

ٻيو سبب هيءُ آهي ته آدمشماري کاتي جا عملدار ۽ ڪارڪن سهل پسنديءَ کان ڪم وٺندا آهن. اُهي اڻانگا پنڌ ۽ پيچرا، جتي اچ وڃ لاءِ سهوليت ڪانه هوندي آهي، اتي آدمشماريءَ وارو عملو وڃڻ کان ڪيٻائيندو آهي، ۽ سر زمين تي

پهچڻ کان سواءِ ئي پنهنجي آفيس ۾ ويهي خانه پري ڪري چڏيندو آهي.

بلوچستان جي 1951ع کان پوءِ 1961ع ۾ جيڪا آدمشماري ٿي هئي، تنهن لاءِ مقرر ٿيل عملي پنهنجي فرض جي ادائگيءَ ۾ انصاف کان ڪم نه ورتو. گهڻو ڪري بلوچستان جي ڊسٽرڪٽ گزيٽيئر ۽ 1951ع واري رپورٽ کي سامهون رکي انهن ڪتابن تان ئي مواد اتاريو اٿن. اهو ئي سبب آهي جو 1961ع واري آدمشماريءَ جي رپورٽ ۾ بلوچستان صوبي جي مختلف ضلعن ۾ سنڌي ڳالهائيندڙن جي ڏنل انگن اکرن تي ڀروسو نٿو ڪري سگهجي، ۽ آدمشماريءَ جو ڏنل في سيڪڙو ۽ ڪل تعداد مشڪوڪ آهي.” (4)

سبي ۽ ڪڇي علائقي ۾ به سڀ کان وڌيڪ سنڌي ٻولي ڳالهائي وڃي ٿي، ڇوته هن خطي ۾ سماٽ قومن جي اڪثريت آباد آهي.(5) بلوچستان گزيٽيئر جي انگن اکرن موجب هن خطي جي آبادي ٻن طبقن ۾ آهي. يعني بلوچ ۽ سماٽ. ٻيو طبقو آهي هندن ۽ سيدن جو، جيڪي سنڌي ڳالهائيندڙ آهن. بلوچ ۽ بروهي اقليت ۾ آهن. 1901ع جي آدمشماريءَ جي لحاظ کان ڪڇي ضلعي ۾ سنڌي ڳالهائيندڙن جو تعداد 50190 آهي، جڏهن ته باقي قومن جو انگ 21517 آهي.(6) لسٻيلي جي آباديءَ ۾ 1901ع موجب 29166 سنڌي ڳالهائيندڙ هئا. جڏهن ته 19124 ماڻهو باقي ٻوليون ڳالهائيندڙ هئا، جن ۾ بلوچي، براهوي ۽ فارسي ڳالهائيندڙ شامل هئا. (7) قومن جي لحاظ سان علائقي جي مجموعي آباديءَ ۾ 25 سيڪڙو آبادي سماٽ برادرين جي آهي. (8) (9)

هارورڊ يونيورسٽيءَ جي هڪ ماهر هينري فيلڊ 1955ع ۾ پنهنجي مضمون (West Pakistan Anthropological survey) ۾ ڌار ڌار ٻولين جي في سيڪڙي جي باري ۾ جيڪي انگ اکر ڏنا آهن، انهن موجب قلات ۾ 51 سيڪڙو بروهي، 19 سيڪڙو بلوچي ۽ 29 سيڪڙو سنڌي ڳالهائيندڙ آبادي آهي. اهڙي طرح لسٻيلي ۾ 80 سيڪڙو سنڌي، 19 سيڪڙو بلوچي ۽ هڪ سيڪڙو بروهي ڳالهائيندڙ آهن. سبي ۾ 20 سيڪڙو سنڌي، 7 سيڪڙو بروهي ۽ 54 سيڪڙو بلوچي ڳالهائيندڙ آهن. (10) نور

علي ضامن حسيني لکي ٿو: ”هيءَ ٻولي (سنڌي) ضلعي قلات ۾ سبيءَ ۾ ٻيو نمبر آهي. اهڙيءَ طرح ڍاڍر جو ميداني علائقو ڪڇيءَ جي نالي سڃجي ٿو ۽ ضلعي سبي جي نصيرآباد سب ڊويزن (هاڻ ڊويزن آهي) جي جهل مگسي ۽ روجهاڻ ۾ مگسي، جمالي، کاڪواڻي، رئيساڻي ۽ ٻيا قبيلا سنڌي زبان ڳالهائيندا آهن“ (11)

سنڌ جو ناميارو تاريخدان مولائي شيدائي لکي ٿو ته، ”“لس ٻيلو مڪران سميت اڳي سنڌ جي حڪومت هيٺ هو، تنهن ڪري سنڌي ٻوليءَ جو ڦهلاءُ اوڏانهين ٿيو. اڄ به سنڌي ٻولي لس ٻيلي ۾ گنداواهه طرف ڳالهائڻ ۾ اچي ٿي. لس ٻيلي رياست ۾ اٽڪل 65 هزار آدم آهي، جنهن مان چوڏهن هزار ماڻهو بلوچي ٻولي ۽ نو هزار کن بروهي ٻولي ڪم آڻين ٿا، باقي 42 هزار ماڻهو جيڪا سنڌي ٻولي ڳالهائين ٿا، سا ”لاسي“ معنيٰ لس ٻيلي جي سنڌي سڏجي ٿي.“ (12)

ڊاڪٽر داد محمد ’خادم‘ بروهي پنهنجي ڪتاب ”بلوچستان ۾ سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جو اڀياس“ ۾ لکي ٿو ته، ”بلوچستان جي سياسي ۽ سماجي تاريخ، تهذيب ۽ تمدن، وڻج، واپار ۽ تاريخ توڙي جاگرافيءَ جو گهرو مطالعو ڪرڻ سان معلوم ٿئي ٿو ته هي خطو قديم زماني کان سنڌ جي تسلط هيٺ رهيو آهي، جو قديم سنڌ جون حدون بلوچستان کان به اڳتي قنڌار تائين هونديون هيون، جتان جا حاڪم سنڌي ٻولي ڳالهائيندڙ هئا.“ (13)

قاضي محمد يعقوب عليزئي لکي ٿو ته: ”بلوچستان جا پٺاڻ، بلوچ ۽ بروهي جيڪي هن خطي ۾ رهن ٿا، سنڌي ڳالهائيندا آهن، چو ته سنڌي ٻولي جيڪب آباد کان مڇ تائين ۽ جيوڻي گوادر کان بارکان تائين ڳالهائي وڃي ٿي ۽ علائقي جي اڪثريتي ٻولي آهي.“ (14) بلوچستان ۾ پنهنجون مادري زبانون ڇڏي سنڌي زبان کي پنهنجي مادري ٻوليءَ طور ڳالهائڻ وارين قومن ۾ پٺاڻ، بروهي ۽ بلوچ قبيلن جا ڪيترائي پاڙا هن خطي ۾ موجود آهن. مثلاً: پٺاڻن ۾ باوزئي، دهپال، دروئي، باغون، لائون، ڪڙڪ، صافي، سوڍي، پيرائي، مزدي، نوداڻي، عليزئي، مرغزائي،

سيلاچي ۽ خجڪ شامل آهن. بلوچن ۾ رند، لاشاري، لغاري، مرهٽا، چلگري، موندراڻي، چانڊيا، ڪپراڻي، گولا، گشڪوري، ڪورائي، مغيري، جمالي، دستي ۽ مگسي اچي وڃن ٿا. جڏهن ته بروهين ۾ لانگو ۽ رئيساڻي قبيلن جا ڪيترائي خاندان سنڌي ٻوليءَ کي پنهنجي مادري ٻولي طور استعمال ڪن ٿا. (15)

بلوچستان صوبي جي سرحدي شهرن، ۽ سنڌ جي ڀر واري بلوچي ايراضي جهڙوڪ اوسته محمد، جهٽ پٽ، مانجهيپور، گنداخه ۽ جهل مگسيءَ ۾ سنڌي ٻولي عام طور ڳالهائي ويندي آهي، پر ان جي اچار ۾ ٿورو فرق ضرور آهي، سبيءَ کان پنجاهه ميل اڳتي، مڇ تائين سنڌي ٻولي ڳالهائي ويندي آهي. (16)

سنڌ جو ناميارو تاريخدان مولائي شيدائي ان راءِ جو آهي ته، ”حقيقت ۾ بلوچ به بروهين وانگر قديم سنڌي آهن. انهن کي سنڌين کان ڌار نٿو ڪري سگهجي.“ مولائي شيدائي لکي ٿو ته: ”سنڌي ۽ بلوچن کي ٻه جدا جدا قومون سمجهڻ نه گهرجي. فرق صرف ايترو آهي جو بلوچ عرب ۽ ايراني گڏيل قوم آهي. سماٽ ۽ بلوچن ۾ فرق فقط اهو آهي. انگريز مؤرخن، انگريز قوم جي گناهن کي لڪائڻ لاءِ بلوچن کي سنڌين کان ڌار قوم ڪري ڏيکاريو آهي. حقيقت ۾ بلوچ هڪ جنگجو سنڌي قوم آهي، جا پنهنجي هن فطرتي طبيعت ڪري هر وقت سنڌ ۾ بااختيار حيثيت سان زندگي گذاري ٿي . (17)

تاريخدان داد محمد خادم بروهي موجب. ”سنڌ ۽ بلوچستان جي سياست ۽ سماج، تهذيب ۽ تمدن، وڻج ۽ واپار، تاريخ ۽ جاگرافي توڙي علم و ادب جو جائزو وٺبو ته اسان کي معلوم ٿيندو ته قديم زماني کان ٻنهي خطن جا پاڻ ۾ گهاٽا ناتا رهندا آيا آهن، جاگرافيائي ويجهڙائي ۽ آباد هئڻ سبب قديم زماني کان سنڌ جو بلوچستان تي نه فقط اثر بلڪ غلبو به رهيو آهي. بلوچستان جو سمورو علائقو، جنهن ۾ سبي، ڪڇي، قلات، لورالائي، مڪران، لسٻيلو ۽ سمنڊ جو ساحل هزارين سالن کان سنڌ جي زير تسلط رهندو آيو آهي.“(18) مير رحيم داد خان مولائي شيدائي لکي ٿو ته، ”بلوچستان دراصل سنڌ جو حصو آهي.“ (19) ٻئي هنڌ

مولائي شيدائي لکي ٿو ته، ”بلوچستان ۽ خراسان ٻئي اقليم سنڌ جا صوبا آهن.“ (20)

آمريڪا جو ناميارو تاريخدان پروفيسر ڪارل اسڪاش سڄي دنيا ۾ رهندڙ اقليتن تي تحقيق جي حوالي سان سند جي حيثيت رکي ٿو. هو انسائيڪلوپيڊيا آف ورلڊ مينارٽيز ۾ لکي ٿو ته، ” سنڌ جي برهمڻ حڪمرانن جي دور کان وٺي ٽالپرن جي دور تائين بلوچستان جا ڪيترائي علائقا سنڌ جي سرحدن جو حصو رهيا آهن.“ (21) هاڻوڪي بلوچستان جيڪو اڄ ڪيچ مڪران، لسٻيلا، قلات، سيوي (سبي)، وغيره جي نالي سان سڏيو ويندو هو. ان جا اهي علائقا سنڌ جي پرڳڻا يا صوبا هوندا هئا.

هن ڪتاب ۾ تاريخي ثبوتن سان هيٺيون ڳالهيون ثابت ڪيون ويون آهن:

- موجوده بلوچستان هزارين سالن کان قديم سنڌ جو حصو رهيو آهي. پاڪستان جي ٻين علائقن سميت بلوچستان قديم سنڌ جي سرزمين تي جوڙيل هڪ صوبو آهي.
- سنڌو ماٿري جي تهذيب واري دور کان وٺي راءِ گهراڻي، برهمڻ دور، عربن، سومرن، سمن، ان بعد ارغونن، ترخانن، مغلن، ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي حڪمراني واري دور ۾ به موجوده بلوچستان جا علائقا سنڌ جي سرحدن ۾ شامل رهيا آهن.
- قديم دور کان وٺي انگريزن جي برصغير تي قبضي تائين سنڌو ماٿري جي علائقي يعني موجوده پاڪستان ۾ ڪوبه صوبو، رياست يا ڪو ملڪ ”بلوچستان“ جي نالي سان سڏيو يا سڃاتو نه ويندو هو، نه وري دنيا جي نقشي تي موجود هيو.
- بلوچي ڳالهائيندڙن جو اصل وطن ايران آهي. هو ڪيپسين سمنڊ جي علائقي اتر ايران جا رهواسي آهن.
- بلوچي زبان ايراني ٻولين جي گروپ سان واسطو رکي ٿي. جنهن جو سنڌو ماٿري جي ٻولين سان ڪوبه تعلق ناهي.

- بلوچن موجوده پاڪستاني بلوچستان ۾ ايران جي سيستان واري علائقي مان لڏپلاڻ ڪري 12 صديءَ عيسوي ۾ اچي رهائش اختيار ڪئي.
- بلوچن 13 ۽ 14 صدي عيسوي ۾ موجوده بلوچستان مان پهريون پيرو لڏپلاڻ ڪري سنڌ ۾ اچي رهائش اختيار ڪئي. جنهن بعد ٻيو پيرو 1669ع ۾ سنڌ ڏانهن لڏپلاڻ ڪئي. ان ان پوءِ لڏي اچڻ جو سلسلو اڄ سوڌو جاري آهي.
- بلوچي ڳالهائيندڙن 15 صدي عيسوي جي آخر ۾ پنجاب جي ڏکڻ اولهه وارن علائقن ۾ اچي رهائش اختيار ڪئي.
- بلوچن پنهنجن اباڻن علائقن يعني ايران مان گهرو ويڙهه، ٻاهرين حملي آورن جي حملن ۽ موسمي حالتن سبب پيدا ٿيندڙ بک ۽ بدحالي سبب پاڪستان جي خوشحال علائقن طرف لڏپلاڻ ڪئي.
- بلوچن موجوده بلوچستان سميت پاڪستان جو ڪوبه علائقو فتح نه ڪيو هو ۽ نه وري هو انهن علائقن جا اصلي باشندا هيا.
- بلوچستان ۾ هن وقت به سنڌين جي 25 سيڪڙو کان وڌيڪ آبادي موجود آهي. سنڌي ڳالهائيندڙ برادريون سنڌي زبان جا مختلف لهجا ڳالهائيندڙ آهن.
- سنڌي ٻولي هن وقت به بلوچستان جي اڪثريتي ٻولي آهي. بلوچستان ۾ سنڌين سميت ٻيون ٻوليون ڳالهائيندڙ 50 سيڪڙو آبادي سنڌي کي رابطي جي زبان طور استعمال ڪندي آهي.

حوالا ۽ سمجهاڻيون

(1) https://web.archive.org/web/20170813053321id_/http://koochehcdn.s3.amazonaws.com/wp-content/files/Nader-Shah-and-

Persian-Naval-Expansion-in-the-Persian-Gulf-1700-17471.pdf

(2) https://www.britannica.com/biography/Nadir-Shah

(3) *Tucker, Ernest (2006a). "Nāder Shāh". Encyclopaedia Iranica.*

(4) الانا، غلام علي، سنڌي ٻولي جي لساني جاگرافي، ڄامشورو، 1979، ص: 120-122

(5) انور رومان، پروفيسر، مترجم، ”بلوچستان ڪي قبائل“ گزيٽيئر بينظير انٽرپرائيزز ڪوئيٽا، حصه اول، 87-1986ع، ص 221.

(6) انور رومان، ص: 221

(7) انور رومان، ص: 387-391

(8) انور رومان، ص: 138

(9) بروهي، ڊاڪٽر داد محمد خادم، ”بلوچستان ۾ سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جو اڀياس“، حيدرآباد، 2012ع، باب پهريون

(10) ضامن، سيد نورعلي، معارف سرائيڪي، مصطفيٰ شاه اڪيڊمي، احمدپور شرقيه 1972ع، ص41-42

(11) ضامن، سيد نورعلي، معارف سرائيڪي، مصطفيٰ شاه اڪيڊمي، احمدپور شرقيه 1972ع، ص: 43

(12) آڏواڻي، ڀيرو مل، سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ، حيدرآباد، سنڌي ادبي بورڊ، 1956ع، ص 156.

(13) بروهي، ڊاڪٽر داد محمد خادم، ”بلوچستان ۾ سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جو اڀياس“، حيدرآباد، 2012ع، ص: 12

(14) عليزئي، قاضي محمد يعقوب، ”بلوچستان ۾ سنڌي زبان و ادب،“ هفته روز ”ايلم“ مستونگ، 3 آڪٽوبر، 1987ع، ص 2.

(15) بروهي، ڊاڪٽر داد محمد خادم، ”بلوچستان ۾ سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جو اڀياس“، حيدرآباد، 2012ع، ص: 12

(16) الانا، ڊاڪٽر غلام علي، سنڌي ٻولي جي لساني جاگرافي، ڄامشورو، 1979ع ، ص: 82-83

(17) بروهي، ڊاڪٽر داد محمد خادم، "بلوچستان ۾ سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جو اڀياس"، حيدرآباد، 2012ع، ص: 12 يا

شيدائي، رحيم داد مولائي، تاريخ تمدن سنڌ، سنڌ يونيورسٽي، حيدرآباد، 1959ع، ص 58.

(18) بروهي، ڊاڪٽر داد محمد خادم، "بلوچستان ۾ سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جو اڀياس"، حيدرآباد، 2012ع، ص: 13-16

(19) شيدائي، رحيم داد مولائي، تاريخ تمدن سنڌ، ص نمبر 579

(20) شيدائي، رحيم داد مولائي، ٽماهي مهراڻ اپريل-سيپٽمبر 1961ع

(21) Skutsch, Carl, ed. (2005). Encyclopedia of the World's Minorities. New York: Routledge. p. 178.

# ببلوگرافي


1. آڏواڻي، پيرو مل، سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ، حيدرآباد، سنڌي ادبي بورڊ، 1956ع
2. آڏواڻي، پيرومل مهرچند، سوڍن جي صاحبي يا راڻن جو راڄ، حيدرآباد، 1990ع
3. اعجازالحق قدوسي: تاريخ سنڌ، حصه اول، لاهور، انجمن ترقي، اردو 1971ع
4. الانا غلام علي، سنڌي ٻولي جي لساني جاگرافي، ڄامشورو، 1979ع
5. الانا، غلام علي، ڊاڪٽر: سنڌي ٻوليءَ جو بڻ بنياد، حيدرآباد، زيب ادبي مرڪز، 1974ع
6. الانا، غلام علي، ڊاڪٽر،"سنڌي ڪتابن جي ببليوگرافي"، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، 1976ع.
7. الانا، غلام علي، لاڙ جو مطالعو، مرتب عبدالجبار جوڻيجو، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، 1991ع
8. انور رومان پروفيسر، مترجم: "بلوچستان ڪي قبائل"،جلد ٻيو, گزيٽيئر بينظير انٽرپرائيزز ڪوئيٽا، 87-1986ع
9. بخاري، سيد محمود شاهه، "تاريخ بلوچستان"، ڪوئيٽا 1983ع
10. برٽن، رچرڊ، سنڌ ۽ سنڌو ماٿري ۾ وسندڙ قومون، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، 1995ع

11. بروهي، داد محمد خادم، ”بلوچستان ۾ سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جو اڀياس“، حيدرآباد، 2012ع
12. بروهي، داد محمد خادم، سبي جي ٻولي، حيدرآباد، 1992ع
13. بروهي، داد محمد خادم، سبي خطي ۾ سنڌيءَ جي مختلف محاورن جو مطالعو،
14. بروهي، داد محمد خادم، سبيءَ جي سنڌي ۽ سندس اهميت، ٽماهي مهراڻ1981 ع (3)، جولاءِ - سيپٽمبر 1981ع
15. بکري، مير معصوم، تاريخ معصومي، ڪراچي سنڌي ادبي بورڊ، 1953ع
16. بلوچ، احمد يار، بلوچ قوم و خوانين بلوچ
17. بلوچ، ڊاڪٽر نبي بخش، ٻيلاين جا ٻول، ثقافت کاتو، حڪومت سنڌ، ڪراچي، 2014ع
18. بلوچ، صادق علي، تاريخ بلوچان هند
19. بلوچ، نبي بخش خان (ڊاڪٽر)، ٻيلاين جا ٻول، زيب ادبي مرڪز، حيدرآباد، 1970ع
20. بلوچ، نبي بخش خان، سسئي پنهون، سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو، 1976ع
21. بلوچ، نبي بخش خان، سنڌي ٻولي ۽ادب جي تاريخ، 1999ع
22. بلوچ، نبي بخش خان، سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ، حيدرآباد 1962ع
23. بلوچ، نبي بخش خان، قاضي قادن جو رسالو، ڄامشورو، 1999ع
24. بلوچ، نبي بخش خان، مقالو، ”سنڌي ٻوليءَ جون سرحدون ۽ ان جو ڪڇي محاورو“، مهراڻ جون موجون، 1956ع،
25. بلوچ، نبي بخش، جتڪي ٻولي، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 2003ع
26. بلوچ، نبي بخش، سنڌ جي تاريخ، حيدرآباد، 2017ع

27. بيولر، آر. ايچ. هيوگز، ”امپيريل گزيٽيئر آف انڊيا“ واليوم 1، بلوچستان سيريز ڪلڪتا، 1908ع
28. ڀُٽ، الهرکيو، سماٽ، گلشن پبليڪشن حيدرآباد، 2003ع
29. پٺي، رشيد، پاڪستان جا پراڻا شهر، ڄامشورو، 1981ع
30. پناڻ، آغا نور محمد، رنج ۾ رڙيون، بارکان ۾ سنڌين سان هڪ شام، عوامي آواز ڪراچي، 23 آڪٽوبر 2016ع مقالو، فيس بوڪ آغا نور محمد پناڻ جي وال تان، 24 آڪٽوبر 2020ع
31. پناڻ، آغا نور محمد، رنج ۾ رڙيون، سنڌ کان ٻاهر رهندڙ سنڌين جي به سارَ لهو!!، عوامي آواز ڪراچي، 2 آڪٽوبر 2016ع
32. پنهور، ايم ايچ، ”سنڌ جي تاريخ.... تحقيق ۽ اشاعت“ ٽماهي مهراڻ، حيدرآباد، 1984،
33. پنهور، ايم. ايچ، تصوير سنڌ، 2006ع، ڪراچي
34. پيڪولين، مترجم: ڊاڪٽر شاهه محمد مري، بلوچ
35. ٺٽوي، سيد مير محمد بن سيد جلال، ترخان نامه، بتصحيح و حواشي سيد حسام الدين راشدي، حيدرآباد، سنڌي ادبي بورڊ، 1965ع
36. تحفت الڪرام، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، 1957ع
37. ٺٽوي، مير علي شير قانع، تحفة الڪرام، سنڌي ترجمو، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، 1957ع
38. ٺڏاڻي، راءِ صاحب اُڏارام چانڊومل، پرمانند ميوارام، سنڌ جا مير ۽ مياڻي جي جنگ بيتن سوڌو، حيدرآباد 1938ع
39. جلال زئي، موسيٰ خان، تاريخ بلوچستان
40. جوڻيجو، ڊاڪٽر عبدالجبار، سنڌي زبان جي ماهيت، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2006ع
41. جوڻيجو، عبدالجبار ڊاڪٽر ۽ هدايت آخوند، ٿر جي ٻولي، حيدرآباد، سنڌي لئنگويج اٿارٽي، 1994ع.
42. خان، خداداد، ”لب تاريخ سنڌ“، سنڌي ادبي بورڊ، ڪراچي، 1959ع

43. خان، خداداد، ”لب تاريخ سنڌ“، سنڌي ادبي بورڊ، ڪراچي، 1959ع
44. ڊاڪٽر تنوير عباسي، مرتب، نانڪ يوسف جو ڪلام، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، 1983ع
45. رائچند هريجن: تاريخ ريگستان، ڀاڱو پهريون، حيدرآباد، سنڌي ادبي بورڊ
46. روزاني سنڌ ايڪسپريس، نومبر 25، 2016
47. زئي، آغا نصير خان احمد، مقالو، ”سيوي“ ماهوار اولس، ڪوئيٽا، اپريل 1958ع
48. سمٿ، وي اي، ”ارلي هسٽري آف انڊيا“، آڪسفورڊ، 1914ع
49. سمون، الهه بچايو يار محمد، سير ڪوهستان، حيدرآباد، 1971ع
50. سنڌي، رڪ، سنڌ جي تاريخ جو پوسٽ مارٽم، حيدرآباد، آن لائن
51. سنڌي، رڪ، سنڌو سڀيتا جا قديم ماڳ، حيدرآباد، 2024
52. سنڌي، رڪ، سنڌو سڀيتا جي اوسر، حيدرآباد، 2024ع
53. سنڌي، رڪ، سنڌو سڀيتا: آرين ۽ دراوڙن وارو مفروضو، حيدرآباد، 2024ع
54. سوهدروي، ڪامران اعظم، بگڙتي قبيلا، لاهور، 2006ع
55. شيخ، محمد سومار، لاڙ جا ماڳ مڪان، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2019ع
56. شيدائي، رحيم داد خان مولائي، ”جنت السنڌ“، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، 1958ع
57. شيدائي، رحيم داد مولائي، تاريخ تمدن سنڌ، سنڌ يونيورسٽي، حيدرآباد، 1959ع
58. شيدائي، رحيم داد مولائي، ٽماهي مهراڻ اپريل-سيپٽمبر 1961ع
59. شيدائي، رحيم دادا خان مولائي، ٽالپرن جي مختصر تاريخ، 2005ع

60. شيدائي، رحيمداد خان مولائي، سنڌ ۾ رهندڙ بلوچ قبيلا، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، 2020ع
61. صديقي، محمد ادريس، سنڌو ماٿر جي سڀيتا، حيدرآباد، 1979ع
62. ضامن، سيد نورعلي، معارف سرائيڪي، مصطفيٰ شاه اڪيڊمي، احمدپور شرقيه 1972ع
63. عليزئي، قاضي محمد يعقوب، ''بلوچستان ۾ سنڌي زبان و ادب،'' هفته روز ''ايلم'' مستونگ، 3 آڪٽوبر، 1987ع
64. قدوسي، اعجاز الحق، تاريخ سنده، جلد دوم، لاهور، مرڪزي اردو بورڊ، 1974ع ص 412
65. قدوسي، اعجاز الحق، تاريخ سنده، جلد دوم، لاهور، مرڪزي اردو بورڊ، 1974ع
66. کتري، رامچند ايس، شري هنگلاج جي ياترا، ڪراچي، اچي قبر رامپارٽ روڊ، 74- 1973ع
67. ڪاڪ، لزلي ايل ''قديم ترين بلوچستان'' ماهه نو ڪراچي، آڪٽوبر، 1951ع
68. گنڪوفسڪي، يوري، پاڪستان ڪي قوميتين، ماسڪو، 1976ع
69. لاکو، غلام محمد، سمن جي سلطنت، سمن جي دور جو عام جائزو، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، 1987ع
70. لالا هيتورام، ''تاريخ بلوچستان''، بلوچي اڪيڊمي ڪوئيٽا، ص 1973ع
71. لطف الله بدوي، ''تذڪره لطفي''، حصه اول، آر ايچ احمد ائنڊ برادرس، حيدرآباد، 52-1953ع
72. ملڪاڻي، نارائداس آر، ميراڻي سنڌڙي، ڪوڙو مل سنڌي ساهت منڊل حيدرآباد
73. مهر، غلام رسول، تاريخ ڪلهوڙا (اردو)، جلد اول، حيدرآباد، سنڌي ادبي بورڊ

74. نصير، ميرگل خان، ”بلوچستان ڪي ڪهاني شاعرون ڪي زباني“، بلوچي اڪيڊمي، ڪوئيٽا، 1976ع
75. يوسف ميرک مير ابوالقاسم بکري: تاريخ مظهر شاهجهاني
76. Ahmed, Manzoor; Khan, Gulawar (2017). "The History of Baloch and Balochistan: A Critical Appraisal" (PDF). A Research Journal of South Asian Studies.
77. Allana, G͟hulām ʻAlī (1986). Sindi Culture: A Preliminary Survey. Indus Publications.
78. Autobiography Mir Ahmed Yar Khan, “Inside Balochistan” Karachi, 1975
79. Badalkhan, Sabir (2002). "Coastal Makran as Corridor to the Indian Ocean World". *Eurasian Studies*. 1/2. Università degli Studi di Napoli, "L'Orientale":
80. Baloch, Akhtar, Dr. From Zardaris to Makranis: How the Baloch came to Sindh, the Express Tribune, March 27, 2014,
81. Baloch, Dr.Nabi Bux Khan (1976). Popular Folk Stories:Sassui Punhun. Hyderabad, Sindh, Pakistan: Sindhi Adabi Board.
82. Balochistan Through the Ages (Gazetter) 1901 AD
83. Baluchistan Gazetter.
84. Banbhore". Dictionary of Islamic Architecture (PDF). ArchNet. Retrieved 3 June 2019.

85. Bellew, H.W, The Races of Afghanistan, Lahore, 1979
86. Breseeg, Taj Mohammad, Baloch Nationalism: Its Origin and Development. Royal Book Company. 2004,
87. Butt, Allah Rakhio (1998). Papers on Sindhi Language & Linguistics. Institute of Sindhology, University of Sindh.
88. Cheesman, David (2013-12-16). Landlord Power and Rural Indebtedness in Colonial Sind. New Delhi, India, Asia: Routledge.
89. Dames, M. Longworth, The Baloch Race, The Royal Asiatic Society, London, 1904, digitallibraryindia; JaiGyan, https://archive.org/details/in.ernet.dli.2015.220702/page/n7/mode/2up
90. Delforooz, Behrooz Barjasteh (2008). "A sociolinguistic survey of among the Jagdal in Iranian Balochistan". In Jahani, Carina; Korn, Agnes; Titus, Paul Brian (eds.). The Baloch and others: linguistic, historical and socio-political perspectives on pluralism in Balochistan. Wiesbaden: Reichert Verlag.
91. District Census Report of Makran District, 1961
92. Documentation of the Jadgali language | Endangered Languages Archive". www.elararchive.org.

93. Elfenbein, Joseph, “Balochistan III: Balochi Language and Literature” (1988), in Yarshater, *Encyclopædia Iranica*, vol. 3.
94. Field, Henry (1970). Contributions *to the Physical Anthropology of the Peoples of* India. Field Research Projects.
95. Frawley, William (2003). International Encyclopedia of Linguistics: 4-Volume Set. Oxford University Press, USA.
96. Grierson H.E., Linguistic Survey of India, Vol: VIII.
97. Hasnat, Syed Farooq (2011). Global Security Watch–Pakistan. Praeger. ISBN 978-0-313-34697-2.
98. Hazgreaves, H, “Excavations in Baluchistan” M.A.S.I No:35 Delhi – 1927.
99. Historic Sites Documentations - Ongoing". SEAS Pakistan.
100. https://encyclopediasindhiana.org/
101. https://heritage.eftsindh.com/districts/tmkhan/shah-karim.php
102. https://ketab.ir/book/86d71238-d9fd-4b43-8c9d-185a86f9db2d
103. https://library.sindhila.org/kitab?number=57&view=1399#_ftn47
104. https://repository.upenn.edu/anthro_papers/127
105. https://sd.wikipedia.org/wiki/
106. https://web.archive.org/web/20170813053321id_/http://koochehcdn.s3.amazonaws.co

m/wp-content/files/Nader-Shah-and-Persian-Naval-Expansion-in-the-Persian-Gulf-1700-17471.pdf

107. https://www.academia.edu/73051510/Baluchistan_Geography_History_and_Ethnography

108. https://www.britannica.com/biography/Nadir-Shah

109. https://www.pbs.gov.pk/sites/default/files/population/2023/tables/national/table_11.pdf

110. Hunter, W. M. Imperial Ghazetteer of India Vol: IX, Second edition, 1881,

111. Hussain, Ghulam (2 October 2022). "The politics of metaphor: traces of casteism and patriarchy in the work of Shah Abdul Latif". *Post colonial Studies*. **25**, Routledge:

112. Ikram, Sheikh Mohamad (1955). The cultural heritage of Pakistan. [Karachi; New York]: Oxford University Press.

113. *Illustrated Weekly of Pakistan. Pakistan Herald Publications. 1964. P. 30. Jadgals who migrated from Sind via Bela to Panjgur.*

114. Iran Minorities 2: Ethnic Diversity". iranprimer.usip.org. 3 September 2013.

115. Jahani, Carina (2014). "The Baloch as an Ethnic Group in the Persian Gulf

Region". The Persian Gulf in Modern Times. New York: Palgrave Macmillan.

116. Jahani, Carina; Korn, Agnes; Gren-Eklund, Gunilla (2003). The Baloch and Their Neighbours: Ethnic and Linguistic Contact in Balochistan in Historical and Modern Times. Reichert.
117. Jahani, Carina; Korn, Agnes; Titus, Paul Brian (2008). The *Baloch and Others: Linguistic, Historical and Socio-political Perspectives on Pluralism in Baloch*istan. Reichert Verlag.
118. Jones, Allen Keith (2003). Politics in Sindh, 1907 - 1940: Muslim identity and the demand for Pakistan. Oxford: Oxford University Press.
119. Jotwani, Motilal (1986). Sufis of Sindh. Publications Division Ministry of Information & Broadcasting.
120. Khan, F. A., Banbhore; a preliminary report on the recent archaeological excavations at Banbhore, Dept. of Archaeology and Museums, Govt. of Pakistan, 1963.
121. Khan, Mir Ahmed Yar, Inside Baluchistan, Op. Cit.
122. Khushalani, Gobind (2006). Chachnamah Retold : An Account Of The Arab Conquest Of Sindh. Bibliophile South Asia.
123. Kit W. Wesler (19 April 2012). An Archaeology of Religion. University Press of

America. p. 253. ISBN 978-0761858454. Retrieved 8 September 2012.

124. Kreyenbroek, Philip G (2010). Oral Literature of Iranian Languages: Kurdish, Pashto, Balochi, Ossetic, Persian and Tajik: Companion Volume II: History of Persian Literature A, Volume 18. Bloomsbury. ISBN 978-0857732651.
125. Malik, Fida Hussain (14 October 2020). Balochistan: A Conflict of Narratives. Saiyid Books. p. 11.
126. Michael, Mann. "Encyclopedia of Global Environmental Change, Volume 1, The Earth System: Physical and Chemical Dimensions of Global Environmental Change" (PDF). Archived from the original (PDF) on 2013-01-24. Retrieved 2024-03-04.
127. Pakistan Economist". October 1975.
128. Panhwar (Summer 1981). "International Trade of Sindh from its Port Barbarico (Banbhore), 200 BC TO 200 AD" (PDF). Journal Sindhological Studies. pp. 8–35. Archived from the original (PDF) on 4 July 2017. Retrieved 4 September 2012.
129. Panhwar, M.H, "Chronological Dictionary of Sind" Jamshoro.
130. Pannke, Peter (2014). *Saints and singers : Sufi music in the Indus Valley*. Internet

Archive. Karachi : Oxford University Press. p. 109.
131. Pirzada, Din Ali (1995). Growth of Muslim Nationalism in Sindh: Parting of Ways to Pakistan. Mehran Publishers.
132. Port of Banbhore, World Heritage Sites, Tentative List. UNESCO. Retrieved 3 September 2012.
133. Quddus, Syed Abdul (1990). The Tribal Baluchistan. Ferozsons. p. 63.
134. Refer: https://tribune.com.pk/story/688234/from-zardaris-to-makranis-how-the-baloch-came-to-sindh
135. ScholarlyCommons : Home". Repository.upenn.edu. Retrieved 2023-06-30.
136. Servis, Fair "Preliminary report on the Pre Historic Archeology of Afghanistan, Baluchi Areas" American Museum of National History 1952
137. Siddiqi, Farhan Hanif (2012), The Politics of Ethnicity in Pakistan: The Baloch, Sindhi and Mohajir Ethnic Movements, Routledge,
138. Siddiqi, Iqtidar Husain (2013). "Chachnama and its Significance". Indo-Persian Historiography Up to the Thirteenth Century. Primus Books.
139. Sindh Express News Story, 26-11-2016 story

140. Skutsch, Carl, ed. (2005). Encyclopedia of the World's Minorities. New York: Routledge.
141. Sorly, H.T, “Gazetteer of Sindh”
142. Spooner, Brian (1988). "BALUCHISTAN i. Geography, History and Ethnography". Encyclopedia Iranica. Retrieved 30 December 2014.
143. Steinn, Sir, A, “An Archaeological Tour in Waziristan & Baluchistan”, M.A.S.I. No: 37, Delhi 1929
144. Stien, Sir, A, “An Archaeological Tour in Gedorosia” M.A.S.I No: 43 Delhi 1931.
145. To view this entry online, visit http://www.iranicaonline.org/articles/baluchistan-i.
146. *Tucker, Ernest (2006a). "Nāder Shāh". Encyclopaedia Iranica.*
147. Weekes, Richard V. (1984). Muslims Peoples: A World Ethnographic Survey; Second Edition, Revised and Expanded (Second ed.). Westport, Conn: Greenwood Press.
148. Westphal, Sigrid & Heinz Westphal, Jats of Pakistan, Berlin, Duneker and Humbort, 1964.
149. Wheeler, S.M “The Archaeology of Pakistan”, “The Cultural Heritage of Pakistan”.
150. Wink, André (2002). "The frontier of al-Hind". In Wink, André (ed.). *Early Medieval India and the Expansion of Islam: 7th–11th*

*Centuries*. Al-Hind: The Making of the Indo-Islamic World. Vol. I.

## ليکڪ جو تعارف

رڪ سنڌي 5 آگسٽ 1961ع تي تعلقي ڪنڊياري ضلع نواب شاهه جي ڳوٺ حامد اڄڻ ۾ پيدا ٿيو. سندس اصلي نالو غلام اصغر منگي آهي. هن سنڌ يونيورسٽي مان گريجوئيشن ڪرڻ کان پوءِ صحافت جو پيشو اختيار ڪيو. پاڻ روزاني سنڌ سجاڳ جي ايڊيٽر ۽ روزاني جاڳو ڪراچي جي ايڊيٽر ۽ پبلشر طور خدمتون سرانجام ڏنيون. جڏهن ته روزاني عوامي آواز ڪراچي، روزاني سچ ڪراچي، روزاني سوڀ ڪراچي، روزاني تعمير

سنڌ ڪراچي، روزاني سنڌ حيدرآباد ۾ نيوز ايڊيٽر ۽ اسسٽنٽ ايڊيٽر طور خدمتون سرانجام ڏنيون. پاڻ مختلف صحافتي تنظيمن ۾ شامل رهيو آهي.

رڪ سنڌي سنڌ جي حقن خاطر مختلف قومپرست ۽ ترقي پسند تنظيمن ۾ به سرگرم ڪردار ادا ڪندو رهيو آهي. هو گذريل 20 سالن کان ادب، سياست ۽ صحافت سان لاڳاپيل هجڻ سميت ڪيترن ئي ڪتابن جو خالق رهيو آهي، جن ۾ ڪيترائي ڪتاب ڇاپيل آهن. جڏهن ته سندس سوين مقالا ۽ مضمون مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿيندا رهيا آهن.

ڪتابن جي فهرست:

1. سنڌو سڀيتا جي اوسر (تحقيق)
2. سنڌو سڀيتا جي محقق (تحقيق)
3. سنڌو سڀيتا، آرين ۽ دراوڙن وارو مفروضو (تحقيق)
4. سنڌو سڀيتا جا قديم ماڳ
5. قومون ۽ قومي تحريڪ آزادي (سياسي صورتحال)
6. ٿوڙهي ڦاٽڪ جو سانحو (تاريخ ۽ سياسي صورتحال)
7. سنڌي قوم جو مقدمو (تاريخ، سياسي صورتحال)
8. سنڌ جي سياسي صورتحال (تاريخ، سياسي صورتحال)
9. تاريخ جي لاٽ (ادب)
10. قاضي فيض محمد (سوانح)
11. سنڌ جي قومي تحريڪ ۾ سنڌين جو اتحاد (مقالا ۽ مضمون)
12. اڄ جي سنڌ (مقالا ۽ مضمون)
13. منهنجون يادگيريون (سوانح)
14. ڏتڙيل ديس جي ڪهاڻي (مقالا ۽ مضمون)
15. سُکي ڌرتي، ڏکويل ماڻهو (مقالا ۽ مضمون)
16. پاڪستان طوفان جي گهيري ۾ (بينظير ڀٽو جي ڪتاب جو سنڌي ترجمو)
17. سنڌي ٻولي رت رتولي (ترتيب)
18. باباءِ سنڌ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي (ترتيب)
19. بلوچستان: سنڌين جو تاريخي وطن